# ايڊو به ناز نه ڪر

(ڪهاڻي)



- امر گوپالاڻي

# ايڏو ٻہ ناز نہ ڪر

# ۽

# ٻن پُٽڙن جي وچ ۾

(ناول)


ليکڪ : امر گوپالاڻي

سرنامو : اِي-98، ساڪيت، اِندور-452018.

موبائيل : 08989831884.

دفعو : پهريون- سال : مارچ 2015

ڇپائيندڙ : امر گوپالاڻي

ڪاپيون : 500

قيمت : 150 رپيا

ٽائيپ سيٽنگ : سنڌي احوال

۽ ڇپائي ڏيندڙ اي-وارڊ، مين روڊ، ڪبيرنگر، احمدآباد.


# ED^O BI NAAZ NA KAR AIN

# B^IN PUR^AN JE VICH ME'N

(Novel)


Writer : **Amar Gopalani**

Add. : E-98, Saket, Indore-452018.
Mo. : 08989831884

Edition : **1st**

Year : **March 2015**

Published : **Amar Gopalani**

Copies : 500

Price : 150/ Rs.

Type Setting : **Sindhi Ahiwal**

& Printed by A-Ward Main Road, Kubernagar, Ahmedabad.
Mo. : 09429064299 Ph. : 079-22836774

(This Book is Published with the Partial Financial Assistance from Sindhi Sahitya Academy, Bhopal (M.P.)

# ڪجهه اڳتي پڙهو.....

دوستو،

لڳ ڀڳ سادا چار سال اڳ مون هڪ سنڌي فلم ”ايڏو ٻ ناز نہ ڪر“ ٽائيٽل سان اسڪرپٽ لکي هئي. مون امبر اسٽوڊيو جي شري ترلوڪ ڳُلاٽيءَ سان اِن اسڪرپٽ تي ٽيلي فلم ٺاهڻ لاءِ صلاح ڪئي. امبر اسٽوڊيو شادي پارٽين ۾ ويڊيو شوٽنگ ڪندو رهندو آهي. اِنڊور ۾ خاص سيٽاٽپ ٺاهي آٿائين.

ترلوڪ ڳُلاٽيءَ فلم ٺاهڻ لاءِ رضامندي ڏيکاري. ڪجهه دوستن سان ذڪر ڪيو. هو فلم ۾ شوقيا ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ڪجهه دوستن پنهنجي بنگلي ۽ دڪانن تي پڻ شوٽنگ ڪرڻ جي منشا ظاهر ڪئي. شاديون، پارٽيون ٻہ ٿينديون رهن ٿيون. انهن ۾ شوٽنگ ڪري سگهياسين ٿي. گهٽ لاڳت ۾ ڇهن مهنن اندر فلم ٺهي وڃي ها.

هڪ دوست صلاح ڏني تہ تڪڙ نہ ڪر ايترو سولو ڪم نہ آهي. اِن ۾ ايڪسپرٽ فلم ميڪر ۽ فوٽوگرافر جي ضرورت پوندي. ڇپائين تہ اسين گڏجي فلم ٺاهينداسين. سندس ڪنهن ڄاڻو ماڻهوءَ سان سيٽاٽپ هئي. اُن جي مدد سان فلم ٺاهڻ لاءِ چيائين.

وقت برساتي پاڻيءَ وانگر وهي ويو. فلم نہ ٺهي. هاڻ اُها اسڪرپٽ ڪتاب ۾ ڇپي آهي. شايد ڪنهن فلم ميڪر جي اُن تي نظر پوي ۽ فلم ٺاهڻ جو ارادو ڪري اگر فلم ٺهي ٿي تہ مونکي خوشي ٿيندي.

ڪتاب لاءِ اِها ڪهاڻي ڪافي نہ هئي. اِن ڪري اُن ۾ هڪ وڏي ڪهاڻي (ننڍو ناول) شامل ڪيو اٿم. ٻنهين ڪهاڻين کي ملائي ڪتاب آڪار ورتو آهي. اُميد آهي تہ ٻئي ڪهاڻيون توهان کي پسند اينديون.

- امر گوپالاڻي

اِي-98، ساڪيت، اِنڊور-452018.

سيل نمبر : 08989831884

# اَرپڻ



هيءُ ڪتاب ٻن حصن ۾ آهي. پهريون حصو پوري صدق سان اَرپڻ ٿو ڪريان سنڌي ادب جي مشهور معروف ۽ مهان ليکڪا **سداحيات سندري اُتمچندڻيءَ** کي.



ٻيون حصو ناول آهي، ناوليت چئي سگهو ٿا، ’ٻن پُڙن جي وچ ۾‘ اَرپڻ ٿو ڪريان، سنڌي ادب جي ترمورتي گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ اي. جي. اُتم جي ٽين مورتي مهان ليکڪ، اصولن تي اڏول، مهان شِڪشڪ، سنڌي ٻولي، سنڌي ادب، سنڌي سماج کي سمرپت، مهان شخصيت **سداحيات اُتم** کي.

**- امر گوپالاڻي**

# ڇپيل ڪتاب

# ايڊو بہ ناز نہ ڪر

## (اِسڪرپٽ)

### ڪردار :

| | |
|---|---|
| مونا | هيروئن |
| نيڪچند | مونا جو پتا |
| سرلا | مونا جي ماتا |
| رامون ڪاڪا | نيڪچند جو رسويو |
| چمپا | مئڊ سرونٽ |
| ڊيوڊ | ڊرائيور |
| مهيش | هيرو |
| ماڌوداس | مهيش جو پتا |
| ميرا | مهيش جي ماتا |
| ڪيول | مونا جو منگيتر |
| راڌاڪشن | ڪيول جو پتا |
| رُڪمڻي | ڪيول جي ماتا |
| وجيہ | مونا جي رشتي جو اُميدوار |
| تاريمل | وجيہ جو پتا |
| نانڪي | وجيہ جي ماتا |
| مُراريلال | مائٽين وارو |
| بلومل | بزرگ راهگير |
| انيل | گهوٽ |
| انيتا | ڪنوار |
| پرڪاش | گهوٽ پيءُ |
| ڪلا | گهوٽ ماءُ |
| پوڄا | گهوٽ ڀيڻ |
| پرهلاد | پوڄا جو گهوٽ |

ڪنوار ماءُ، ڪنوار پيءُ، مهاراج ۽ ٻيا

# پاڳو پھريون : ناٽڪ
# ايڏو بہ ناز نہ ڪر

**سين 1:** ڪوٺاري مارڪيٽ ڪار پارڪنگ ۾ مونا ڪار پارڪ ڪري مارڪيٽ ۾ اندر ٿي وڃي.

**سين 2 :** شيتل گارمينٽ سلوار سوٽ ۽ ٻئي ڪپڙي جو شو روم، ڪئش ڪائونٽر تي ڪيول وينو آهي. ٻہ-ٽي سيلسمئن ڪسٽمر اٽينڊ ڪري رهيا آهن. مونا شو روم ۾ داخل ٿئي ٿي. اُن کي ڏسي،

ڪيول : تون هن وقت اچانڪ؟

مونا : مؤسم خوشنما آهي. اُٿ هل ڇورل نديءَ تي پڪنڪ ملهائڻ ٿا هلون.

ڪيول : مونا، تون ڏسي رهي آهين آءٌ اڪيلو آهيان ڪسٽمر اچي رهيا آهن، اُنهن کي ڇڏي آءٌ ڪيئن هلي سگهندس؟

مونا : ڪوئي بهانو نہ، هلڻو آ معنيٰ هلڻو آ. ڪسٽمرن ڏانهن مخاطب ٿي - پليز توهان اَڄ وڃو، سڀاڻي اَچجو. اَسين دڪان بند ڪري وڃي رهيا آهيون.

ڪيول : پليز، پليز آءٌ ڪيڏانهن نٿو وڃان، توهان پنهنجو سليڪشن جاري رکو.

مونا : (غصي ۾) ڪيول، تون اجنبي گراهڪن جي سامهون منهنجي بيعزتي ڪري رهيو آهين.

ڪيول : مونا، هي دڪان منهنجي لاءِ مندر آهي. گراهڪ منهنجا انداتا. تون منهنجي پوڄا ۾ وگهن وجهي رهي آهين، تون هاڻي وڃي سگهين ٿي.

مونا : (وقلندي) ڇا چيئہ، هڪ دفعو وري چئہ؟

ڪيول : (تلخيءَ مان) يوُ مَي گو نائو.
مونا : تون ڇا ٿو سمجهين آءٌ تنهنجي غرض ڪيڏنديس؟ آءٌ هميشهہ لاءِ تو جهڙي بيقدر ۽ نيرس ماڻهوءَ کي ڇڏي ٿي وڃان.
ڪيول : ماءِ گُڊ لڪ.
(مونا ٻاهر نڪري دروازي کي نوڪر ماري هلي ٿي وڃي. دڪان ۾ موجود سڀ حيرانيءَ مان ڪيس ڏسندا ٿا رهن.)
**سين 3 :** مونا ٻاهر اچي پارڪنگہ مان ڪار ڪڍي پلاسيا طرف ڪار ڊرائيو ٿي ڪري. پلاسيا کان مهوُطرف پنورڪئا چوراهي کان کنڊوا روڊ تي ڪار موڙي ٿي. اڳيان ٻہ ڇوڪرا بائيڪ تي مستيءَ ۾ وڃي رهيا آهن. مونا هارن وڃائي سائيڊ تي گهري. ڇوڪرا ڪيس ڏسي آڏي ٽيڏي بائيڪ هلائي سائيڊ ڏيڻ بجاءِ مونا کي پريشان ٿا ڪن. اڳير ئي غصي ۾ ڀريل مونا آپي کان ٻاهر ٿي ڪار جي اِسپيڊ وڌائي ڪار بائيڪ سان ٽڪرائڻ ٿي چاهي. ريئر مِرر ۾ ڪار جو رخ ۽ اِسپيڊ ڏسي بائيڪ هلائڻ وارو دهلجي ٿو وڃي. هوُهڪدم سائيڊ ۾ ٿي ٿو وڃي. مونا ڪار بائيڪ جي اڳيان بيهاري هيٺ لهي بائيڪ سوار جي سامهون اچي تلخ لهجي ۾ ٿي چوي.
مونا : گڏهہ جا پُٽ، سڙڪ پيءُ جي سمجهي رکي اٿي؟
ڇوڪرو : مئڊم، سڙڪ تہ تنهنجي پيءُ جي آهي. تنهنجي پيءُ منهنجي پيءُ وٽ گروي رکي آهي، فلحال منهنجي پيءُ جي آهي. تون چاهين تہ سڙڪ اسان ٻنهين جي ٿي سگهي ٿي.
(مونا فورن ڪار ۾ ويهي ڪار اڳتي وڌائي ٿي.)
ڇوڪرو : ٺهڪ ڏيئي، پٺي ويئي سالي.
(مونا اڳتي وڃي ڪار رِورس گيئر ۾ وجهي تيزيءَ سان ڇوڪرن طرف ٿي اچي. سندس سر تي خون سوار آهي. ڇوڪرا پٺي جان ٿا بچائن. مونا ڪار زور سان بائيڪ سان

تي ٽڪرائي. بائيڪ چڪناچور تي تي وڃي. ڪار بہ پنيان ڊيميج ٿئي ٿي. ڇوڪرن جا هوش اُڏامي ٿا وڃن.)

مونا : گدڙ جي اولاد، پڇي ڇو ويءَ؟ مون تہ توهان کي ڪُچلڻ جو اِرادو ئي رکيو. هاڻي ڪار کي ٿيل نقصان توهان جو پيءُ ڀريندو؟

ڇوڪرو : هڪ تہ اسانجي بائيڪ جي ستياناس ڪيئہ، اُلٽو نقصان جي ڳالهہ ٿي ڪرين؟

مونا : ڪار پنيان ڊئميج ٿي آهي، بائيڪ اڳيان. ڪوئي انڌو بہ ڏسي ڇوندو تہ توهان جي لاپرواهيءَ سان ٽڪر ٿيو آهي.

ڇوڪرو : هيترا جو ماڻهو بيٺا آهن، جن هيءُ منظور ڏٺو آهي؟

مونا : ڪنهن کي منهنجي ڪار جي هيٺان مرڻو آهي جو گواهي ڏيندو.

(مونا جي ڳالهہ ٻڌي، تماشبين هڪ هڪ ٿي کسڪي ويا. ڇوڪرن جو چهرو زرد ٿي ويو. مونا موبائيل تي لوڪيشن ٻڌائي ڊيوڊ کي ٻي ڪار کڻي اچڻ لاءِ ٿي چوي. تنهن کانپوءِ مونا ڇوڪرن کان پنور ڪوٺا ٿاڻي جو فون نمبر معلوم اَٿوَ؟)

ڇوڪرا : گهبرائجي، خبر ناهي.

مونا : ڪائي ڳالهہ ناهي، ڊيوڊ کي ٿي چوان رپورٽ لکائي، پوليس کي ساڻ وٺي اچي.

ڇوڪرا : مئڊم پليز، معاف ڪريو.

مونا : ڇوڪرين کي توهان ڇا ٿا سمجهو، ڇوڪريون بزدل ۽ ڪمزور آهن؟

ڇوڪرا : ساري مئڊم ، اڳتي اهڙي خطا نہ ٿيندي.

(مونا اِنتظار ڪري رهي آهي. ڪجهہ دير بعد ڊيوڊ ڪار کڻي اچي ٿو.)

مونا : ڪار گُهماءِ کڻي اچ.

(ڊيوڊ آديش جو پالن ڪري ٿو.)

مونا : (ڪار ۾ ويهندي) دريا ٽي کي فون ڪري چويس، تون مونکي ڪار ۾ چورل وني تي وٺين. اچانڪ سامهون ڳانءِ اچي ويئي تو زور سان بريڪ لڳائي، پنيان ايندڙ هي بہ بائيڪ سوار سنڀالي نہ سگهيا ۽ ڪار سان ٽڪرائجي ويا. ڪار ۽ بائيڪ ڊئميج ٿي ويون. اِنشوئرنس ڪمپنيءَ ۾ ڪليم داخل ڪري ۽ هنن جي ايجنٽ جو نمبر وني اُن کي بہ اِطلاع ڪر. اُن ڪانپوءِ ڪار ڪمپنيءَ جي گئريج ۾ ڏيئي تون ٽئڪسيءَ ۾ اچ. ايترو چئي مونا گهر جو رخ ڪيو.)

**سين 4 :** مونا لاپرواهيءَ سان ڪار ڊرائيور ڪري گهر تي اچي.

**سين 5 :** ٽيڪچند گهر جي باغيچي ۾ سرلا سان گڏ ويهي چانهہ پي رهيو آهي. مونا هڪ ڪرسيءَ تي اچي ويهندي چمپا کي سڏي ٿي.

مونا : چمپا..... چمپا.....

چمپا : (ڊوڙندي اچي ٿي) ييس مئڊم.

مونا : پاڻي پيئار.

(چمپا ٽيبل تي رکيل جار مان هڪ گلاس پري مونا طرف وڌائي ٿي. مونا پاڻي پي خالي گلاس چمپا کي ڏئي ٿي. چمپا گلاس ۽ خالي ڪپ ٽري ۾ رکي واپس ٿي وڃي.)

مونا : چمپا.....

چمپا : ييس مئڊم.

مونا : آرينج جوُس ناهي ڪٺي اچُ.

چمپا : ييس مئڊم. (چمپا واپس وڃي ٿي.)

مونا : ڊئڊ، ڪيول بلڪل نہ هلندو.

سرلا : ڇا ٿيو؟

مونا : ممي، آءِ ايم ٽاڪنگ وٿ ڊئڊ، پليز ڊونٽ ڊسٽرب.

سرلا : پڙهين ٿي تہ دماغ خراب ڪيو اٿي، ايڏو نہ اڪڙ جو ڪرين

تہ سنيلي نہ سگھين.

مونا : (ماءُ کي نظرانداز ڪندي) ڊئڊي؟

ٽيڪچند: چئہ پُٽ، آءٌ ٻُڌي رهيو آهيان.

مونا : ڪيول منهنجي قابل نہ آهي. آءٌ اُن سان زندگي گذاري نہ سگھنديس. ڪيول بہ چاهي ٿو رشتو ٽُٽي.

سرلا : گُڏي گُڏيءَ جو کيل آهي! رشتو ٽُٽي. رشتو ٽيڙ جو مطلب سمجھين ٿي؟

مونا : ماءِ فوٽ، آءِ ڊونٽ ڪيئر. يو مام. پليز ڪيپ ڪوائيٽ.

ٽيڪچند: سرلا، شاديءَ کانپوءِ نہ نڀي ۽ رشتو ٽُٽي تہ بدناميءَ سان گڏ داغ لڳي ويندو، بهتر آهي تہ رشتو هاڻي ٽُٽي مونا جي مرضي ناهي تہ نہ سهين.

سرلا : گھڻا رشتا ٽوڙيندءُ؟ هن ڇوڪريءَ جي تہ ڪنهن سان بہ نبھڻ مشڪل آهي.

ٽيڪچند: ڪجھہ بہ هجي آءٌ اُهو ئي ڪندس جيڪو مونا چاهي ٿي.
(چمپا ٽري ۾ رکي جوس جو گلاس کڻي ٿي اچي. مونا ٽري مان گلاس کڻي ٿي. سرلا ڪجھہ چوڻ چاهي ٿي مونا جوس جو گلاس زور سان زمين تي ڦٽي ڪري اندر روم ۾ هلي ٿي وڃي. ٻئي حيرانيءَ مان ڏسندا ٿا رهن. چمپا اندر وڃي ڊسٽبين ۽ ٻهاري کڻي ٿي اچي، ڀڳل ڪانچ جا ٽڪر ٻهاري ڊسٽبين ۾ وجھي کڻي ٿي وڃي.)

**سين 6 :** ٽيڪچند موبائيل کڻي نمبر ڊائل ٿو ڪري. ٻئي طرف موبائيل جو رنگہ ٽون اچڻ تي مراري موبائيل آن ڪري ڪن سان لڳائي چوي ٿو.)

مُراري : هيلو، ديوان صاحب، ڪيئن ياد ڪيو اٿو، ڇا حڪم آ؟

ٽيڪچند: مونا جي ڪيول سان ڪجھہ کٽ پٽ ٿي آهي، ٻئي رشتو ٽوڙڻ ٿا چاهين.

مُراري : ديوان صاحب ڪائي ڳالهه ناهي، مونا لاءِ رشنن جي ڪمي ناهي، آءٌ سڀ سنڀالي وٺندس.

**سين 7 :** مراري موبائيل تي نمبر ڊائل ڪري رنگٽون اچڻ تي.

مُراري : هيلو سيٺ صاحب آءٌ مُراري ٿو ڳالهايان.

راڌاڪشن: ڇهه ڇا لاءِ فون ڪيو اٿي؟

مُراري : ديوان ٽيڪچند جي فون آئي هئي، هوُ رشتو ٽوڙڻ ٿا چاهن.

راڌاڪشن: (غصي مان) دماغ خراب ٿيو اٿس ڇا؟ خوامخواهه رشتو ٽوڙڻ ٿا چاهن.

مُراري : سائين مونکي وڌيڪ ڪجهه خبر ناهي ليڪن ٻڌايائون ته ڪيول جي به اِها ئي مرضي آهي.

راڌاڪشن: (حيرانيءَ مان) ڪيول جي به اِها ئي مرضي آهي؟ اچي ته پڇندوسانس.

مُراري : بهتر آهي. (موبائيل آف ٿو ڪري)

**سين 8 :** ڊائننگ ٽيبل تي راڌاڪشن، رُڪمڻي ۽ ڪيول ويٺا آهن. رسوئي جا ڊونگا ۽ برتن ٽيبل تي رکيل آهن. اڃا رسوئي شروع نه ڪئي اٿائون.

راڌاڪشن: مونا سان جهڳڙو ٿيو هيئه ڇا؟

ڪيول : (چڙ ڪري) جهڳڙي جهڙي ته ڪائي ڳالهه نه هئي.

راڌاڪشن: ڇا ٿيو هو، صاف ٻڌاءِ.

ڪيول : ڊئڊي مونا دڪان تي آئي هئي، گراهڪي هلي رهي هئي چوڻ لڳي، دڪان بند ڪري هل ته چورل نديءَ تي پڪنڪ ملهائڻ هلون. مون منع ڪئيمانس. ضد ڪرڻ لڳي، ان ڳالهه تي تلخي ٿي ويئي. هوءَ رشتو ٽوڙڻ جي ڌمڪي ڏيڻ لڳي. مان چيومانس اِها منهنجي خوشنصيبي ٿيندي! ڊئڊي، اَهڙيءَ بددماغ ڇوڪريءَ سان نباهڻ ڏکي ڳالهه آهي. دبجي رهڻ منهنجي وس جي ڳالهه نه آهي.

راڌاڪشن: نيڪ تو چوين پُٽ.
رڪمڻي : بدنامي تہ ٿيندي.
راڌاڪشن: بدنامي اسان جي ڇا جي ٿيندي رشتو هُنن ٽوڙيو آهي ۽ اهڙيءَ نڪ چڙهي ڇوڪريءَ سان ڪير اَڙجڻ چاهيندو. هفتيٰ جي اندر ڪيول مٺائي ڏيندوسانءِ.
ڪيول : ڊئڊي جلدبازيءَ ۾ ڪوئي ڪم نہ ڪجو، هڪ دفعو خطا ڪاڌي آهي، ٻيهر کائڻ نٿو چاهيان.
راڌاڪشن: پُٽ جيئن تون چوندين تيئن ڪندس.
ڪيول : هاڻي اِهو ٽاپڪ بندڪيو، اچو تہ روٽي کائون.
**سين 9 :** ٽيڪچند باغيچي ۾ ڪرسيءَ تي ويهي اخبار پڙهي رهيو آهي. سرلا پرسان ويهي چانهہ پي رهي آهي اُن وقت راڌاڪشن جو ڊرائيور گاگن باغيچي ۾ اچي سلام ڪري بيهي ٿو.
ٽيڪچند: اچ گاگنداس، ويهہ چانهہ پيءُ.
گاگن : مهرباني، چانهہ پي آيو آهيان.
ٽيڪچند: صبوح صبوح جو ڪيئن اچڻ ٿيو اٿي؟
گاگن : ديوان صاحب، هيءَ ڪار جي چابي، باقي سامان ڪار جي اندر رکيو آهي ۽ هيءَ بلئنڪ چيڪ سيٺ صاحب موڪليو اٿو، جيڪو توهان خرچ ڪيو هجي، پارٽيءَ سميت اُها رقم پري چيڪ ڪئش ڪرائي ڇڏيندا. هاڻي اِجازت ڏيو تہ هلان.
ٽيڪچند: ترس، ويهي رهہ. جيستائين آءٌ نہ چوان نہ وڃجانءِ، آءٌ تنهنجي سيٺ سان ڳالهايان ٿو. (ٽيڪچند راڌاڪشن جو نمبر ٽريس ڪري بٽڻ دٻائي ٿو، رنگہ ٽون وڃي ٿو، ڪجهہ دير بعد ٻئي طرف کان آواز اچي ٿو.)
راڌاڪشن: ديوان صاحب، گاگن پهتو؟
ٽيڪچند: گاگن پهتو، تڏهن تہ فون لڳائي آهي. صبوح صبوح سان هي سڀ واپس موڪلڻ جو ڇا مطلب آهي.

راڌاڪشن: جڏهن رشتو ٿي نہ رهيو تہ آءٌ توهان جو بوجھہ سر تي ڇو رکان؟

ٽيڪچند: خرچ توهان بہ ڪيو اسان بہ ڪيو ڳالهہ برابر ٿي ويئي نہ؟ ٻارن کي ڏنل اُنهن کان واپس وٺي موڪليون، سنو ٿو لڳي؟

راڌاڪشن: توهان جي توهان ڄاڻو، اسان کي توهان جو ڪجھہ بہ رکڻو ناهي.

ٽيڪچند: نيڪ آهي، آءٌ بہ توهان جو ڏنل سامان واپس موڪلي رهيو آهيان. (فون تي ڳالهائڻ جي وچ ۾ ٿي سرلا کي) وڃ وڃي مونا کي ڏنل سامان واپس کڻي آءُ.

(سرلا اندر وڃي ڇمپا کان سامان کڻائي ٿي اَچي. سامان ۾ مونا کي ڏنل مُنڊي، ٻيا زيور پڻ آهن. ديوان چيڪ بوڪ گهرائي بلئنڪ چيڪ صحي ڪري سامان سان گڏ گاگن کي ڏيندي چوي ٿو، مٺائي فروٽ وغيره جيڪو کائڻ ۾ اچي ويو، هيءُ اُن جي عيوض ۾ آهي. گاگن سامان کڻي سلام ڪري روانو ٿي ٿو وڃي.)

**سين 10 :** ڪجھہ دير جي شانتيءَ کانپوءِ موبائيل جو رنگہ ٽون ٿو وڃي. ٽيڪچند فون کڻي بٽڻ دٻائي موبائيل ڪن سان لڳائي هيلو ڪري ٿو.

مُراري : سائين آءٌ مُراري.

ٽيڪچند: ڪيئن فون ڪيو اَٿئي؟

مُراري : سائين هڪ توهان جي من موافق ڪم آهي. پارٽي ڳردار آهي ماڻهو سڌا سچا آهن، ڇوڪرو بلڪل ڳئون-ڳانءِ آهي، توهان جي ڪنيا جي اِشارن تي هلندو.

ٽيڪچند: تفصيل کڻي اچ تہ ويچار ڪيون.

**سين 11 :** مُراري ٽيڪچند سان سندس بئنڪ ۾ ملي ٿو. ڇوڪري جو بايوڊيٽا، ڇني ۽ فوٽو ٽيڪچند کي ڏيئي ٿو. ٽيڪچند بايوڊيٽا ڏسي

چوي ٿو:

ٽيڪچند: ماڻهو ڇاٽل سڃاتل ٿا لڳن. ڏينهن ٻن ۾ جاچ ڪري فون ڪندوماڻ، پوءِ وٺي اچجان.

مُراري : بهتر آهي هلان ٿو. (مُراري روانو ٿي وڃي ٿو)

**سين12** : ٽيڪچند جي اوطاق-صوفا تي هڪ طرف ٽيڪچند، سرلا ۽ مونا ويٺا آهن. ٻئي طرف ناريمل، نانڪي ۽ وجيہ ويٺا آهن. وچم موڙهي تي مُراري ويٺو آهي. سينٽرل ٽيبل تي پليٽون رکيون آهن. چمپا ۽ رامون سروس ۾ حاضر بيٺا آهن. مُراريءَ جو هٿ ۽ وات هلي رهيا آهن. ناريمل ڪاجو وات ۾ وجهندي مونا ڪان پڇي ٿو:

ناريمل : ٻار، نالو ڇا اٿئي؟

مونا : بايوڊيٽا نہ پڙهيو اٿو ڇا؟

ناريمل : سو تہ پڙهيو آهي تہ بہ پڇبو آهي نہ.

مونا : بيڪار جا سوال نہ، ڪم جي ڳالهہ ڪريو.

ناريمل : نيڪ آهي، ڪم جي ڳالهہ تي اَچون، ڪار اسان وٽ بہ آهي ليڪن اسان جي گهر جون زائفون نہ هلائينديون آهن.

مونا : مطلب اِها پابندي مون سان بہ لاڳو رهندي؟

ناريمل : ظاهر آهي تہ رهندي.

مونا : (غصي مان) هتي ڇا ٿا ويٺا ڪيو؟ وڃي ڪائي جبرن ڪالونيءَ جي ڇوڪري ڳولهيو.

(ناريمل ۽ نانڪيءَ جو چهرو لهي ٿو وڃي. مُراري گهبرائجي ٿو وڃي.)

مونا : (اُٿي بيهي ۽ پير پٽڪي)، ڊئڊي، توهان بہ کهڙن-کهڙن ماڻهن کي ٿا گهرايو. (مُرليءَ کي گهوري) وري جي هتي آيو آهين تہ خئر نہ سمجهجانءِ.

(مُراري اُٿي ٿو بيهي. اُٿندي-اُٿندي بہ پليٽ مان هڪ سنبوسو کڻي ٿو وٺي. ناريمل، نانڪي ۽ وجيہ بہ اُٿي ٻاهر

نڪري ٿا وڃن.)

سرلا : (آهستي) هن ڇوڪريءَ جو نه معلوم ڇا ٿيندو!

**سين 13 :** ٻاهر اچي.

ناريمل : واهه ڀائي مُراريلال، چڱي بيعزتي ڪرائڻ لاءِ وني آئين.

مراري : پنهنجي هلت ڏسو، هليا آهيو ديوان ٽيڪچند سان رشتو جوڙڻ، ڳالهيون ٿا ڪريو لوسي لپائين جهڙي.

نانڪي : توهان کي ڪهڙي ضرورت هئي ڪار هلائڻ جي ڳالهه ڪڍڻ جي؟ مهڙي مالدار گهر جو رشتو وڃائي ڇڏيوَ.

(مُراري اِسڪوٽيءَ تي، ناريمل، نانڪيءَ وجيه ڪار ۾ روانا ٿا ٿين.)

**سين 14 :** ٽڪيچند موبائيل تي،

ٽيڪچند: ڀائي مُراريلال، تون ته هيڏانهن جو رستو ئي ڀلجي ويو آهين.

مُراري : ڇا ڪريان سائين، توهان جي ڇوڪريءَ ڪان ڊپ ٿو لڳي.

ٽيڪچند: اَهڙي ڪائي ڳالهه ناهي، ڪوئي ڍنگ جو ڪم هجي ته ٻُڌاءِ اچي.

مُراري : ٺيڪ آ سائين، آءٌ ڪوشش ڪريان ٿو.

**سين 15 :** سيٺا گنج، ماڌوداس جو دوڪان مهيش به ويٺو آهي. ڪم ڪار هلي رهيو آهي. مُراري اچي ٿو.

مُراري : سائين رام رام.

ماڌوداس: رام رام، توهان...

مُراري : سائين آءٌ مُراري، مُرايلال ماڻٽين وارو. توهان جي ڪڪي لاءِ رشتو ڪٺي آيو آهيان.

ماڌوداس: اچو، ويهو. (ڪائونٽر جي خاني مان بسڪوٽ جو پئڪيٽ ڪڍي وڌائي ٿو. پوءِ چانهه جو آرڊر ڏيڻ ٿو وڃي.)

مُراري : (ڀاٽي پي) توهان ديوان ٽيڪچند جو نالو ته ٻُڌو هوندو. فائيننس جو ڪم اٿس. سڪيلڌي ڌيءُ اٿس. سندر سشيل....

ماڌوداس : جنهن جو مٽڻو تيل هو ۽ رشنو نوڙي ڇڏيائين. اِن نڪ چڙهي ڇوڪريءَ جي ڳالهہ ٿو ڪرين.

مُراري : سائين، ڪروڙپتي پيءُ جي سڪيلڌي ڌيءُ آهي، البيلي پليل آهي، ٿوري ضدي آهي باقي ٻيءَ طرح بلڪل سشيل ۽ سمجهدار آهي.

(ماڌوداس ڪجهہ چوڻ لاءِ منهن کولي اُن کان اڳ مهيش رمز ۽ رُڪئيسٽ ڀري لحظي ۾ چوي ٿو)

مهيش : ڊئڊي پليز، ڪڏهن ٻُڌل ۽ ڏٺل ڳالهہ بہ صحيح نہ هوندي آهي. سچائي ڪجهہ ٻي هوندي آهي هڪ دفعو روبرو ملڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

ماڌوداس : تنهنجو من آهي تہ تون ڀلي وڃ. آءٌ توکي روڪيندس نہ.

مهيش : مُراريلال، هر ڪنهن جو وقت قيمتي آهي. فارملٽيءَ جي ضرورت ناهي. ديوان صاحب کي فون لڳاءِ، سڀاڻي شام جو پنجين بجي آءٌ سندن گهر پهچندس روبرو هڪ ٻئي کي ڏسڻ بہ ٿيندو ۽ گهربل ڄاڻ بہ ڏبي وٺبي.

(مُراري ٽيڪچند کي فون لڳائي سڀ ٻڌائي ٿو. ديوان رضامندي ڏيکاري ٿو.

**سين 16 :** ٽيڪچند جي گهر جو باغيچو. ٽيڪچند، سرلا، مهيش ۽ مُراري ڪرسين تي ويٺا آهن. مونا خبر ڪانپوءِ بہ ندارد آهي. چمپا ڪاڏي پيتي جون شيون سَروَ ڪري ٿي وڃي. مونا جي غير موجودگيءَ سبب ٽيڪچند ۽ سرلا پريشان ۽ پشيمان آهن. مُراري هر هر واچ ۾ ٽائيم ٿو ڏسي. مهيش بيفڪر ويٺو آهي.

سرلا : ڪجهہ ڪنيو نہ اٿوَ! ڪجهہ کڻو تہ...

مهيش : تڪڙ نہ آهي مونا اچي پوءِ کائيندا سين پيئنداسين بہ.

**سين 17 :** مونا جي آمد، لاپرواهيءَ سان اڳتي وڌي ٿي وڃي. مهيش تي نظر پوندي ئي رڪجي ٿي وڃي. نظر مهيش جي چهري تي ٽڪي

تي وڃيس. پوئتي موٽ تي ڪائي. ويجهو اچي.....

مونا : ساري فار ليٽ.

مهيش : آءِ ڊونٽ مائينڊ. توهان ٿڪل آهيو، ٿورو رليڪس ٿي اچو.

مونا : آءٌ چينج ڪري اِجهو آيس. (مونا اندر هلي ٿي وڃي. سرلا ۽ ٽيڪچند مهيش کي حيرت سان ٿا ڏسن.)

**سين 18** : ڪجهہ دير بعد مونا واپس ٿي اچي ڇهري تي نڪار اٿس، هٿ ۾ موبائيل اٿس. موبائيل مهيش تي فوڪس ڪري فوٽو ڪڍي ٿي وٺي. قريب اچي ڪرسيءَ تي ويهي ٿي رهي.

سرلا : هاڻي تہ ڪجهہ کٽو.

مهيش : بيوقت کائڻ جي عادت نہ آهي. مونا جي آيا آهن ڪجهہ ڳالهائڻ ٿي وڃي.

سرلا : بهتر آهي.

مهيش : مس مونا، اسين ٻئي هڪ ٻئي لاءِ بلڪل اجنبي آهيون اسان جي هيءَ پهرين ملاقات آهي. هڪ ٻئي کي ڄاڻڻ سمجهڻ بهتر ٿيندو، آءٌ پهريائين توهان کي موقعو ٿو ڏيان، جيڪي پڇڻ، ڄاڻڻ چاهيو پڇو.

مونا : مهيش جي اکين ۾ نهاري، مونکي ڪجهہ بہ پڇڻ، ڄاڻڻ جي ضرورت ناهي.

مهيش : مطلب، بنا ڄاڻڻ جي توهان مونکي رجيڪٽ ڪري رهيا آهيو؟

مونا : هرگز نہ، آءِ لائيڪ يوُ.

مهيش : مون جيتري قدر ٻڌو سمجهو آهي. توهانجي پرورش بيحد لاڏ ڪوڏ مان ٿي آهي. اِنڪري سياو ضدي ٿيڻ لازمي آهي ۽ ضد پورو نہ ٿيڻ تي ناراض ٿيڻ بہ سوڀاويڪ آهي. نيڪ ٿو چوان نہ؟

مونا : بلڪل.

مهيش : توهانجي زندگي خوشحال هجي ڪڏهن ڪوئي دک نہ پهچيوَ، ڪڏهن غصو ڪرڻ جو موقعو نہ مليو. اِن لاءِ ضروري آهي توهان جو جيون ساٿي نماڻو، سهن شيل ۽ نرادر ڪي هضم ڪرڻ وارو هئڻ ضروري آهي.

مونا : ڪيا بات هئہ.

مهيش : مئڊم، اِهي گُڻ ٽن قسمن جي ماڻهن ۾ ٿي سگهندا آهن، ڪِريل، لالچي يا گهرجائو، ڪريل ۽ لالچي شخص ڪڏهن بہ توهان کي سُکي نہ رکي سگهندو. گهرجائو ۽ غرضمند توهانجي نوڪر کان بهتر ڪوئي ٿي نہ سگهندو. بهتر آهي توهان پنهنجي ڪنهن نوڪر سان شادي ڪيو. هلان ٿو نمستي.

(مهيش جي ڳالهہ سيني جا هوش اُڏائي رکيا.)

مُراري : (اُٿندي) توبهہ، منهنجي سئن پُشتن جي توبهہ وري ڪڏهن مائٽين جو ڪم نہ ڪندس. (ٻاهر نڪري ٿو وڃي)

ٽيڪچند: بدمعاش، رشتو ڪرڻو نہ هيس تہ آيو ڇو؟

(مونا اُٿي روم ۾ ٿي وڃي)

**سين 19 :** (مونا ڪمري ۾ اندران دروازو بند ڪري ڏڙام سان بستري تي ٿي ڪري ۽ زار زار روئڻ ٿي لڳي.)

**سين20 :** ٽيڪچند ۽ سرلا اُٿي بغيچي ۾ وينا آهن. چهرو لٿل اٿن.

ٽيڪچند: مونا جو ڇا ٿيندو؟ زوردار شاڪ پهتو اٿس. اڄ تائين ڪنهن جي همت نہ ٿي هئي مونا کي ڪجهہ چوڻ جي.

سرلا : اِن لاءِ توهان ئي ذميوار آهيو. ايترو سِرَ تي نہ چاڙهيوس ها تہ اڄ هيءُ ڏينهن ڏسڻو نہ پوي ها.

ٽيڪچند: وڃي سنياليس.

سرلا : مونکان نہ ٿيندو، وڃي توهان سنياليوس.

ٽيڪچند: هل ٻئي ٿا هلون. (ٻئي اُٿي اندر ٿا وڃن.)

**سين 21 :** مُراري پنهنجي ڊگڊ گيءَ (پُراڻي اِسڪوٽيءَ) تي وڃي رهيو آهي. هڪ بزرگ پيدل وڃي رهيو آهي. اُن جي پرسان پهچي مُراري اِسڪوٽيءَ تان لهي اُن سان گڏ پيدل ٿو هلي.

مُراري : سائين رام رام.

بزرگ : ابا، رام رام.

مُراري : سائين آءٌ مُراري، مُراريلال مائٽين وارو. توهان جي پريوار ۾ مٽي لائق ڪوئي نينگر يا ڪائي نينگري آهي؟

بزرگ : فلحال ته هڪ ئي آهي.

مُراري : ڪير سائين؟

بزرگ : آءٌ.

مُراري : سائين چو ٿا مذاق ڪيو.

بزرگ : مذاق نٿو ڪريان. اَٿي همٿ ته ڳولهه ڪائي.

مُراري : سائين اَسي سالن جي ڇوڪري ڪٿان ڳولهيان؟

بزرگ : ڪائي ڳالهه ناهين، چاليهن واريون به ڳولهه.

مُراري : لڪ جي...

بزرگ : لڪ نه ڪپن، تون ته بس رشتو ڳولهه.

مُراري : پنڊ ڇڏائڻ لاءِ- سائين آءٌ نالو لکائڻي پنج سؤ وٺندو آهيان. توهان لاءِ به ڳولهڻيون پونديون. هزار رپيا نالو لکائڻي ڏيو.

بزرگ : پُٽ ڙي مُراري، ائڊوانس ۾ آءٌ ڪنهن کي پنهنجو ٽپ به نه ڏيان. بيا توکي به-ٽي يا وڌ ۾ وڌ پنج پرسينٽ ڏيندا هوندا. آءٌ توکي پورا پنجاهه پرسينٽ ڏيندس.

مُراري : پنج يعني پنجاهه پرسينٽ ڏيندءُ؟ سائين سچ ٿا چئو؟ مذاق ته نٿا ڪريو نه؟

بزرگ : مذاق چو ڪندس، منهنجي گهراڻي چا ويندو. تون به ڳولهيندين. هڪ توکي ڏيندس.

مُراري : لڪ جي لعنت.

بزرگ : ڪنهن کي چيئہ؟
مُراري : (پاڻ کي پونبدو ڏيئي) پاڻ کي سائين پاڻ کي. خبر نہ آهي صبوح جو ڪنهن جو منهن ڏٺو هيم.
بزرگ : برش ڪرڻ مهل آئيني ۾ پنهنجو ئي منهن ڏٺو هوندءِ. صبوح جو ٻاهر نڪري ڏندڻ ڪندو ڪر تہ ڪنهن ٻئي جو منهن ڏسڻ ۾ ايندءِ.

**سين 22** : مُراري بيخياليءَ ۾ وڃي رهيو آهي، اِسڪوٽي هڪ وڏي پٿر سان ٽڪرائجي هٿ مان ڇڏجي ٿي وڃيس، پاڻ رستي ۾ ڪوئيل ڪڏي ۾ ٿو وڃي ڪري. اُٿڻ جي ڪوشش ٿو ڪري تہ موبائيل جي گهنٽي ٿي وڄيس، آن ڪري ڪن سان ٿو لڳائي. ٻئي طرف ڪان آواز ٿو اَچيس، ڪٿي آهيو؟

مُراري : ڪڏ ۾.
ٻئي طرف ڪان : ڪڏ ۾ هجو يا کوهہ ۾، اڄ مهڇي کائڻ تي دل آهي، وٺي اَچجو.
مراري : ٿوريءَ دير ۾ اَچان ٿو گهر، مانکي کُهي، وڍي،رڌي کائجانءِ. (فون بند ڪري رکي ٿو ڇڏي، ڪنهن وانهڙوءَ جو هٿ پڪڙي ٻاهر ٿو اچي.)

**سين 23** : سڄ لٿو آهي، مونا اُٿي ٿي. هٿ منهن ڌوئي ڪمري ڪان ٻاهر ٿي نڪري. ماءُ کي ڳولهيندي ڪچن ۾ ٿي وڃي، سرلا راموںءَ کي پنير ٺاهڻ بابت هدايت ڏيئي رهي آهي.

مونا : رامون ڪاڪا توهان رهڻ ڏيو، رات جي رسوئي ممي ءِ آءٌ گڏجي تيار ڪنداسين.
(سرلا رامونءَ کي اِشاري سان ٻاهر وڃڻ لاءِ ٿي چوي. رامون ٻاهر هليو ٿو وڃي. سرلا مونا کي پاکر پائي، مٿو ٿي چميس. مونا ماءُ کي آٿت ڏيندي چوي ٿي.)
مونا : ممي، آءٌ هاڻي بلڪل نارمل آهيان. توهان فڪر نہ ڪريو. اڄ

کان وٺي آءٌ توهان سان گڏ رهي ڪُڪنگ ۾ گهر جو سڀ ڪم سگهنديس.

سرلا : ٻچڙي ڪم ڪرڻ جي ضرورت ناهي، ليڪن سکڻ ضروري آهي، خبر ناهي ڪڏهن ضرورت پئجي وڃي.

مونا : آءٌ هر ڪم پنهنجي هٿ سان ڪرڻ چاهيان ٿي. بس هڪ وينتي آهي، ڊئڊي ۽ ڪي ڇئو ڪجهه وقت جي لاءِ منهنجي رشتي جي ڳولها بند ڪري ڇڏين. آءٌ پاڻ کي قابل بڻائڻ ٿي چاهيان، آءٌ چاهيان ٿي ڪوئي اِنڪري مون سان رشتو جوڙڻ نه چاهي، ڇاڪاڻ ته آءٌ ڪروڙپتي پيءُ جي اڪيلي ڌيءُ آهيان بلڪ منهنجي پنهنجي قابليت جي ڪري رشتو جوڙڻ چاهي.

سرلا : مونکي خوشي آهي،تون صحيح سوچي رهي آهين.

مونا : ممي ڊئڊي ۽ کي سڀ کان وڏيڪ ڪهڙي شيءِ وڻندي آهي؟

سرلا : مٽر مشروم ۽ ٻهه جي ٽڪي.

مونا : اڄ اُهو ئي ٺا ناهيون. توهان ٻڌائجو آءٌ ناهينديس.

سرلا : نيڪ آهي، ڏاڍو خوش ٿيندا.

**سين 24** : ڊائننگ ٽيبل تي ٽيڪچند، سرلا ۽ مونا ڊنر ڪائي رهيا آهن. رامو سروَ ڪري رهيو آهي.

ٽيڪچند: رامون رسوئي ڏاڍي ٽيسٽي ناهي اَٿي. (رامون ڪجهه چوڻ لاءِ منهن کولي ٿو- مونا اِشاري سان منع ٿي ڪريس. رامون خاموش رهي ٿو.) اڄ روٽي ڊبل کائي ويو آهيان، روز اَهڙي سوادي روٽي ڪارائيندين ته پيٽ ٻاهر نڪري ايندو.

رامون : سر، اڄا فروٽ پڊنگ ۽ جيلي به آهي.

ٽيڪچند: اڄ ڪهڙي خوشي ۾ اسپيشل ڊنر ٺهيو آهي!

رامون : اڄ مونا بيبي ۽ سڀ پنهنجي هٿن سان تيار ڪيو آهي.

ٽيڪچند: (حيرت مان) ڇا ٿو ڳالهه ڪرين؟!

سرلا : سچ ٿو چوين، اڄ سچي رسوئي مونا ناهي آهي.

ٽيڪچند: سرپرائيز!

(اُٿي پيار مان موناجي مٿي تي هٿ ٿو ڦيري. رسوئي پوري ڪري، واشبيسن ۾ هٿ منهن ڌوئي سرلا ۽ ٽيڪچند ٽي. وي. ڏسڻ ٿا لڳن. مونا پنهنجي روم ۾ هلي ٿي وڃي.)

**سين 25 :** مونا بيڊروم جو دروازو بند ڪري، نائيٽ لئمپ ٻاري باقي لائيٽ بند ٿي ڪري. موبائيل ۾ مهيش جو فوٽو سرچ ڪري ڪيترو دير نهاريندي ٿي رهي. تنهن ڪانپوءِ ميوزڪ آن ٿي ڪري. موبائيل مان ڳاني جو آواز ٿو اچي- تمهين ياد ڪرتي ڪرتي جائيگي رئن ساري، تُم لي گئي هو اپني سنگ نيند ڀي هماري. مونا اکيون ٻوٽي ٿي ڇڏي. اکين مان نير وهڻ ٿو لڳيس. موبائيل آف ڪري نائيٽ لئمپ بہ آف ٿي ڪري ڇڏي. ڪروٽ بدلي سمهڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.

**سين 26 :** شام جو وقت مونا ڪپڙا پريس ڪري رهي آهي. سرلا اُٿي اچي ٿي.

سرلا : اڄ شادي پارٽيءَ ۾ هلڻو آهي. وقت سان تيار ٿي وڃجانءِ.

مونا : توهان وڃجو، آءٌ ڪانہ هلنديس.

سرلا : ٽي مهنا ٿي ويا آهن گهر کان ٻاهر پير نہ رکيو اٿي. اڄ هل من بهلجي ويندءِ.

مونا : آءٌ نٿي چاهيان من وري اُگهلي وڃي، گهر ۾ رهي اُن کي وس ۾ رکڻ ٿي چاهيان.

سرلا : اڪيلي گهر ويهي ڇا ڪنديءَ؟

مونا : اڪيلي ڪٿي آهيان؟ چمپا آهي، رامون ڪاڪا آهي.

سرلا : هلين تہ بهتر ٿيندو.

مونا : آءٌ گهر ۾ بهتر آهيان، توهان ٿي اچجو.

**سين 27 :** مئريج گارڊن رات جو وقت. اسٽيج تي چيئرس رکيل آهن ليڪن ڪير بہ موجود نہ آهي. ميدان ۾ ٽيبل ڪرسيون رکيل آهن. مهمان

وينا آهن. ڪجهہ گهمي ڪري اِسٽالن تي رکيل چاٽ، سنيڪس، سوپ ماڪٽيل جو لطف وٺي رهيا آهن. اِسٽيج جي پرسان هڪ منچ تي آرڪيسٽرا ساز وڄائي رهيا آهن. هڪ سنگر فلمي گيت ڳائي رهيو آهي. ’جائيي آپ ڪهان جائينگي، يي نظر لوٽ ڪي ڦر آئيگي.)

**سين 28 :** مٿريج گارڊن جو هال، هال ۾ هڪ منڊپ ۾ پنڊت ويڊي پڙهي رهيو آهي ڪنوار ڪرسيءَ تي ويٺي آهي. پرسان سندس ماءُ پيءُ وينا آهن. وهيل چيئر تي گهوٽ ويٺو آهي. بدن تي مٿي تي پٽيون ٻڌل اٿس، هڪ ٽنگہ تي پلاسٽر چڙهيل اٿس. پرسان پيءُ ماءُ وينا اٿس. گهوٽ ڪنوار جي پنيان آنر تلوار ڪٽي بيٺو آهي.

پنڊت : هاڻي گهوٽ ڪنوار ڦيرا پائين.

(ڪنوار اُٿي ٿي بيهي. وهيل چيئر کي پڪڙي گُهمائي ٿي. اڳيان وهيل چيئر تي گهوٽ پنيان ڪنوار ڦيرا پائين ٿا. ٽن ڦيرن کانپوءِ)

پنڊت : هاڻي ڪنوار اڳيان ٿئي گهوٽ پنيان.

(ڪنوار وهيل چيئر کي ٻڌل نوڙيون ڪُلهن ۾ لٽڪائي ٿي. اڳيان اچي هٿ پنيان ڪري نوڙيون پڪڙي ڦيرا پائي ٿي. وهيل چيئر تي ويٺل گهوٽ بہ پنيان پنيان ڦري ٿو. ڦيرا پورا ٿا ٿين.)

پنڊت : شاديءَ جي رسم پوري ٿي. سيني کي لکہ لکہ واڌايون هجن. (سڀ هڪ ٻئي کي واڌايون ٿا ڏين.)

گهوٽ پيءُ : گهوٽ ڪنوار کي اِسٽيج تي وٺي هلو.

گهوٽ : ڊئڊي، آءٌ اِسٽيج تي نہ ويهندس.

گهوٽ پيءُ : ڇو؟

گهوٽ : ڊئڊي توهان ڇا ٿا چاهيو؟ هن حالت ۾ اِسٽيج تي ويهي هٿ ڪٽي اچڻ وارن کي چوان، ’ڏي مؤلا جي نانءُ، توکي اَللهہ رکي.‘‘

گهوٽ پيءُ: اِن جي ضرورت ناهي، هاڻي ڇا ٿي ويچار؟
گهوٽ : هتي ئي ٽيبل لڳائي اسان جي کائڻ جو اِنتظام ڪرايو.
(گهوٽ پيءُ آنر کي اِنتظام ڪرڻ لاءِ ڇٽي پنڊت کي دڪشنا ڏيئي ٻاهر هلي پوڄن ڪرڻ لاءِ ٿو چوي. اُتي بينڊ سيني کي بہ ٻاهر هلي کائڻ پيئڻ لاءِ ٿو چوي. پاڻ بہ مهمانن جي سار-سنڀال لاءِ ٿو وڃي.)
**سين 29** : ٻاهر مهمانن جي هلچل. اِسٽالن تي رش ڳائڪا ڳائي رهي آهي، ’لال منهنجي پت رکجانءِ ڀلا، جهولي لالڻ، سنڌڙيءَ جا سيوهڻ جا سکي شهباز قلندر، دمادم مست قلندر.‘
**سين 30** : ٻئرا هال ۾ گهوٽ ڪنوار جي ڪاڌي جو اِنتظام ڪري ويا آهن. هڪ ٻئرو سندن خدمت ۾ بيٺو آهي.
گهوٽ : جيڄا- گلو تر ٿيو نہ آهي، گرهہ اندر ڪيئن لنگهندو؟
(ڪنوار گهوٽ کي نونٽ ٿي هٽي. پٽي ٻڌل ٻانهن ڏکيس ٿي. دانهن ٿي نڪريس.)
آنر : ڇا ٿو چوين؟
گهوٽ : بہ ڊبل لارج وٽ آئيس سوڊا اينڊ لٽل واٽر.
(آنر وڃڻ ٿو لڳي.)
ڪنوار : جيڄاجي، ڊرنڪ جي ڪري ڪلهہ رات هيءَ حالت ٿي اٿس، وري توهان ڊرنڪ آڻي ٿا ڏيوس؟
گهوٽ : توکي خبر آهي هيءَ حالت ڪيئن ٿي؟
ڪنوار : گهٽي پيئڻ سبب.
گهوٽ : پيئڻ وقت تون منهنجي پرسان هئينءَ؟
ڪنوار : نہ.
گهوٽ : توکي منهنجي ڪئپيسٽيءَ جي خبر آهي؟
ڪنوار : نہ.
گهوٽ : ائڪسيڊنٽ وقت تون هئينءَ؟

کنوار : نہ.

گھوٹ : پوءِ ڪباب ۾ هڏي ڇو ٿي بڻجيہ
(ڪنوار وري ضربيل ٻانهن تي ڏ -يس. گهوٽ ڪان دانهن ٿي نڪري.)

گهوٽ : جيجا، پوجا کي ڇٽو هن بلا کي هٿان وٺي وڃي.

ڪنوار : هلي ويندس، پهريائين ٻڌايو ائڪسيڊنٽ ڪيئن ٿيو؟

گهوٽ : آءٌ پوري هوش حواس ۾ ڊرائيوَ ڪري رهيو هوس. اڳيان ڪشور واڌواڻيءَ جي گاڏي هئي. ڦل ٽُن حالت ۾ ڪار ڊرائيوَ ڪري رهيو هو. شايد سوچي بہ رهيو هو تہ اِنڊور لوڪ سڀا سيٽ لاءِ ٽراءِ ڪيان يا سڌو راجيہ سڀا ۾ وڃان. خبر ناهي ڇا سوچي ڪار کي ڦل بريڪ لڳايائين. جيستائين آءٌ سنڀاليان ڪار ڪشور جي ڪار سان ٽڪرائجي ويئي. جاني من آءٌ بہ ٽُن هجان ها تہ اِسپتال ۾ پرتي هجان ها ۽ تون ڪنواري رهجي وڃين ها.
(ڪنوار وري ٺونٺ تي هٿيس، گهوٽ دانهن ٿو ڪري.)

گهوٽ : جيجا، ڊاڪٽر پاهوجا کي چئوس تہ بامبي هاسپيٽل ۾ منهنجي لاءِ ڊيلڪس روم بوڪ ڪرائي ۽ سار-سنڀال لاءِ هڪ خوبصورت نرس جي ڊيوٽي لڳائي.

ڪنوار : جيجا، وڏي جيجاجيءَ کي چئجو روم ۾ فرج جو اِنتظام هجي، فرج وسڪي، سوڊا ۽ بسلريءَ جي بوتلن سان فل هجي. نرس جي ڪائڻ-پيئڻ ۽ سمهڻ جو اِنتظام بہ اُن روم ۾ هجي.

گهوٽ : مس عقل جي ڳالهہ ڪئي اَٿئي.
(ڪنوار وري ٻانهن تي ڏ ڪائيس.)

**سين 31 :** گارڊن ۾ مهيش جو داخل ٿيڻ، گهمندي ڦرندي سر لا سان پيت.

مهيش : نمستي آنٽي.

سرلا : (رُڪائيءَ سان) نمستي.
مهيش : توهان اڪيلا، ديوان صاحب؟
سرلا : متي روم ۾ دوستن سان گڏ ڊرنڪ وٺي رهيا آهن.
مهيش : مونا نظر نٿي اچي؟
(سرلا مهيش ڪي گهوري ٿي نهاري.)
مهيش : لڳي ٿو توهان ڪافي ناراض ٿا لڳو. منهنجو اِرادو ڪنهنجي دل دکائڻ جو نہ هو. مون فقط شاڪ ٽريٽمينٽ ڏيئي مونا جو گهمنڊ چوُر ڪرڻ ٿي چاهيو، جيئن مونا نارمل بڻجي وڃي. توهان کي دکہ پهتو آهي تہ آءٌ معافي ٿو گهران.
(سرلا سوچڻ ٿي لڳي.)
مهيش : مونا ڪٿي آهي؟ آءٌ اُن کان بہ معافي وٺڻ ٿو چاهيان.
سرلا : (نرم لهجي ۾) جڏهن کان تون ٿي ويو آهين، مونا گهر کان پير ٻاهر نہ رکيو آهي. ڪافي بدلجي ويئي آهي. سڄو ڏينهن پاڻ کي گهر جي ڪم ۾ بزي رکندي آهي. گهر ۾ ڪم ڪرڻ وارن سان بہ عزت ۽ نرمائيءَ سان ڳالهائيندي آهي. اسان خود ڀرم ۾ پئجي ويندا آهيون تہ اِها مونا آهي يا ٻي ڪائي ڇوڪري آهي.
مهيش : ممي.
سرلا : ڇا چيئہ؟
مهيش : ساري آنٽي....
سرلا : نو ساري، هڪ دفعو وري ممي چئہ.
مهيش : ممي.
(سرلا گلي لڳائي مهيش جو مٿو ٿي چُمي)
مهيش : ممي، مون مونا سان ملڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي پر ڪٿي نظر نہ آئي. گهر اچڻ مناسب نہ سمجهيو اِنڪري ملاقات نہ ٿي سگهي. هاڻي توهان جي اِجازت هجي تہ ڪنهن ڏينهن

گهر اچي ملانس.

سرلا : جڏهن چاهين اچي سگهين ٿو. اسان کي خوشي ٿيندي.

مهيش : هڪ عرض آهي، ان باري ۾ توهان نہ مونا سان ذڪر ڪجو ۽ نہ ديوان صاحب سان. آءٌ اچانڪ ملي مونا جو ري-ائڪشن ڏسڻ ٿو چاهيان.

سرلا : آءٌ ڪنهن سان بہ ذڪر نہ ڪنديس.

مهيش : ساري فار ڊسٽرب، توهان پارٽي انجواءِ ڪريو آءٌ بہ ڪجهہ کائي پي وٺان.

سرلا : ائز يوُ وش.

(مهيش اڳتي وڏي پيڙ ۾ ملي ٿو وڃي.)

**سين 32 :** شام جو وقت. مهيش ديوان ٽيڪچند جي بنگلي جي مئن گيٽ تي پهچي ڪال بيل تي آڱر ٿو رکي. ڪجهہ دير بعد چمپا اچي در کولي ٿي.

مهيش : مونا مئڊم آهي؟

چمپا : اچو، هال ۾ ويٺي آهي.

(مهيش چمپا کي فالو ڪري هال ۾ ٿو اچي. مونا پريس جي ٽيبل تي ويٺي ڪپڙا پريس ڪري رهي آهي. سائيڊ ۾ رکيل موبائيل تي گانو وڃي رهيو آهي 'تم نہ جاني ڪس جهان ۾ کو گئي، هم ڀري دنيا ۾ تنها هو گئي.' مهيش پريان ئي بيهي گانو ٻڌندو رهيو ۽ مونا جي چهري تي آيل اُداسيءَ جا ڀاوَ ڏسندو رهيو. مهيش کي مونا اڄ بيحد خوبصورت لڳي رهي هئي. مهيش مونا جو ڌيان ڇڪڻ لاءِ)

مهيش : هيلو مونا.

(مونا ڇرڪ ڀري سوچ آف ڪري پريس (اِستري) اُڀي ٿي رکي.)

مونا : توهان ڪنهن وقت آيا؟

مهيش : ڪجهہ ئي دير ٿي آهي.

مونا : اڄ هيڏانهن جو رستو ڪيئن ڀلجي پيا آهيو؟

مهيش : اُن ڏينهن گستاخيءَ جي معافي وٺڻ آيو آهيان. ڪيترا دفعا توسان ملاقات جي ڪوشش ڪئي، ڪٿي نظر نہ آئينءَ. اڄ همت ڪري هتي آيو آهيان.

مونا : معافيءَ جي تہ ڪائي ڳالهہ نہ آهي، اُلٽو توهان کي ڌنيواد ڏيڻ ٿي چاهيان.

مهيش : ڪهڙيءَ ڳالهہ لاءِ؟

مونا : توهان منهنجو غرور چوُر ڪري منهنجي مغز مان هوا ڪڍي ڇڏي اِن لاءِ.

مهيش : پوءِ آئينءَ چو نہ مون وٽ؟

مونا : گهر کان نڪرڻ جي همت نہ ٿي، هلو بئنڪ ۾ ٿا هلي ويهون.

مهيش : اِتي ٺي نيڪ آهي.

مونا : توهان هلي بئنڪ ۾ ويهو، آءٌ توهان جي لاءِ چانهہ ٺاهي ٿي اچان.

مهيش : چانهہ جي ضرورت ناهي. توسان ملاقات ٿي ڪافي آهي.

مونا : بنا چانهہ پيئڻ جي توهان کي وڃڻ نہ ڏينديس.

مهيش : فارملٽي ضروري آهي تہ پنهنجي ڪُڪ کي چئو نہ ٺاهي ڪٺي ايندو.

مونا : اَڄ توهان کي پنهنجي هٿن سان چانهہ ٺاهي پيئارڻ ٿي چاهيان.

مهيش : تہ پوءِ آءٌ بہ ڪچن ۾ ٿو هلان.

**سين 33 :** ٻئي ڪچن ۾ ٿا اچن.

**سين 34 :** مونا ڪچن ۾ اچي گئس تي چانهہ جو برتن ٿي رکي. هڪ ٽري ۾ پليٽ ۾ بسڪيٽ ڪڍي ٿي رکي. پاڻيءَ جو گلاس ڀري رکي ٿي. ٽري گول ماربل ٽيبل تي ٿي رکي. پرسان پيل اِسٽول ڏي اِشارو ڪري)

مونا : توهان ويهو- بسڪيٽ کائي پاڻي پيئو تيسائين چانهہ تيار

تي ويندي.
(مهيش هڪ بسڪيٽ کڻي مونا جي وات ۾ تو وجهي. مونا بسڪيٽ هٿ ۾ جهلي)

مونا : هي ڇا ٿا ڪريو؟

مهيش : تنهنجا هٿ بزي آهن نه ڪائڻ ۾ مدد ٿو ڪريانءِ.
(مونا حيرت مان مهيش ڏانهن ٿي ڏسي.)

مهيش : شايد منهنجا هٿ صاف نه آهن، اِنڪري ڪائڻ نٿي چاهين، هٿ ڌوئي ٿو اچان.
(مونا مهيش جي ٻانهن پڪڙي روڪي ٿي. بسڪيٽ پنهنجي وات ۾ ٿي وجهي، ٻيو بسڪيٽ کڻي مهيش کي ٿي کارائي. چانهه ٻن ڪوپن ۾ ڇاڻي ٽيبل تي رکي ٻئي آمهون سامهون اِسٽولن تي ٿا ويهن. مونا هڪ ڪوپ مهيش کي ٿي ڏئي ٻيو خود ٿي کڻي.)

مهيش : (چانهه سپ ڪندي) هلو، ڪيڏانهن گهمي ڦري اچون.

مونا : آءٌ توسان گڏ ڪهڙيءَ حيثيت سان هلان؟
(مهيش مونا جي چهري کي ٿو ڏسي، مونا نظرون جُهڪائي ٿي ڇڏي.)

مهيش : دوست جي حيثيت سان هلي سگهين ٿي.

مونا : ڇوڪري ڇوڪريءَ جي دوستي پشچمي سڀيتا ۾ هلندي آهي. اَسين هندستاني آهيون، اسان جي سماج اَهڙي دوستيءَ کي تسليم نه ڪيو آهي.

مهيش : (مونا جي اکين ۾ نهاريندي) اگر مونکي رجيڪٽ نه ڪرين ته آءٌ توسان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان.
(مونا جي چهري تي لالي ڇانئجي ٿي وڃي. اکيون جُهڪي ٿيون وڃنس.)

مونا : ان جو فيصلو ته اسان جا وڏا ڪندا نه.

مهيش : توکي تہ اعتراض ناهي نہ؟

(مونا ڪنڌ ڌوڻي نہ تي ڪري. مهيش ڪوپ ٽيبل تي رکي)

مهيش : هلان ٿو.

مونا : ڊئڊي تہ نہ آهن، ممي ليٽي پيئي آهي اُٿن تہ ملي وڃون.

مهيش : وري ڪڏهن.

مونا : وري ڪڏهن ڪڏهن ٿيندي؟

مهيش : رشتو جُڙڻ کانپوءِ. (مهيش ڪچن کان ٻاهر ٿو نڪري مونا پٺيان تي هليس.)

**سين 35 :** ڪچن مان نڪري ٻئي مين گيٽ تي ٿا اچن. مهيش بائيڪ تي سوار ٿي روانو ٿو ٿئي جيتوڻيڪ مونا جي اکين کان اوجهل نٿو ٿئي. مونا کيس ڏسندي ئي رهي. پوءِ موٽ تي کائي.

**سين 36 :** اندر اچي مونا چمپا کي آواز ٿي ڏئي. چمپا جي اچڻ تي.

مونا : باقي رهيل ڪپڙا پريس ڪري ڇڏ آءٌ پنهنجي روم ۾ ٿي وڃان.

چمپا : ييس ميم.

**سين 37 :** مونا پنهنجي روم ۾ اچي دروازو بند ڪري، موبائيل ۾ سرچ ڪري گانو ٿي وڄائي، 'جب مِلني بلم گهر آئي، جيئرا مچل جائي.' مونا خوشيءَ مان جهومڻ ٿي لڳي.

**سين 38 :** رات جو وقت. سيٺ ماڌوداس جي گهر جو ڊائننگ هال. ڊائننگ ٽيبل تي ڪرسين تي ماڌوداس، مهيش ۽ ميرا ويٺا آهن. ٽيبل تي رسوئيءَ جا ڊونگا ۽ پليٽون رکيون آهن. ميرا پوڇڻ پروسي رهي آهي. ٽيئي کائڻ شروع ٿا ڪن، روٽي کائيندي)

مهيش : ڊئڊي اِجازت هجي تہ ڪجهہ عرض ڪرڻ ٿو چاهيان.

ماڌوداس : روٽي شانتيءَ سان کاءُ ۽ کائڻ ڏي. جيڪي چوڻو اٿئي کائڻ کانپوءِ چئجانءِ.

(ٽيئي خاموشيءَ سان کائڻ ٿا لڳن. کائڻ کانپوءِ واش بيسن ۾

وجي هٿ منهن صاف ڪري نئپڪن سان اُگهي صاف ٿا ڪن.
ميرا برتن ڪٽي واش ايريا ۾ رکي واپس اچي ڪرسيءَ تي
ويهي ٿي رهي.)

ماڌوداس: ڇئہ هاڻي ڇا ٿو چوين؟؟
مهيش: ڊئڊي مونا ۾ هاڻي ڪافي تبديلي اچي ويئي آهي.
ماڌوداس: ڪير مونا؟
مهيش: اُها ئي ٽيڪچند جي ڌيءُ جنهن جو آءٌ غرور چوُر ڪري آيو هيس.
ماڌوداس: تہ؟
مهيش: بلڪل بدلجي ويئي آهي، بلڪل گهرو ڇوڪري.
ماڌوداس: ڪُلي ٻڌاءِ، تون ڇا ٿو چاهين؟
مهيش: مونا مونکي پسند آهي.
ماڌوداس: پسند آهي يا ڳالهہ اڳتي وڌي چڪي آهي.
مهيش: اهڙي ڳالهہ ناهي ڊئڊي.
ماڌوداس: ڪڏهن ملئين مونا سان؟ ٽيڪچند جي گهر ويو هئين؟
مهيش: انيل جي شاديءَ ۾ مونا جي ماءُ ملي هئي. اُن مونا ۾ آيل تبديل جي باري ۾ ٻڌايو. مونا شادي پارٽيءَ ۾ بہ نہ آئي هئي. جڏهن کان آءٌ اُتان ٿي آيو هوس گهر کان ٻاهر پير نہ رکيو اٿائين. اَچ شام جو اچانڪ سندس گهر ويو هوس، ڪپڙا پئي پريس ڪري حالانڪ گهر ۾ نوڪر اٿن. توهان ڏسندءَ تہ توهان کي بہ بلڪل گهريلو ڇوڪري لڳندي.
ماڌوداس: بنا نيند جي اسان ڏسڻ وڃونس؟ تنهنجي چوڻ تي نيند ڏين سو بہ منظور ناهي.
مهيش: ڪنهن ڏينهن توهان ٿي ڊنر تي انوائيٽ ڪيون.
ماڌوداس: هون، اِهو مان ڪري سگهان ٿو. ٽيڪچند جو نمبر چاهي؟
مهيش: سو تہ مونکي خبر ناهي.

ماڏوداس: ڇوڪريءَ جو تہ موبائيل نمبر هونديءَ نہ؟
مهيش : اُهو بہ نہ آهي، ڏيان ئي نہ رهيو نمبر وٺڻ.
ماڏوداس: ڌيان ڪاڏهون رهنديءَ، سڄو ڌيان تہ ڇوڪريءَ ۾ اٽڪي.
مهيش : ڊئڊي مان توهان کي نمبر وٺي ٿو ڏيان.
(مهيش اُٿي فون وٽ ٿو وڃي ٽيليفون ڊئريڪٽري جو نمبر ڊايل ٿو ڪري ۽ ديوان ٽيڪچند جو نمبر ٿو پڇي. ٿوري دير بعد جواب ٿو مليس- اس نام سي ڪوئي فون نهين هئہ.)
مهيش : ٽيڪچند رنگلاڻي، اُتوا رنگلاڻي ٽيڪچند ڪي نام سي؟
(ڪجهہ دير بعد نهين هئہ- مهيش ايئر ٽيل وارن کان نمبر ٿو پڇي اُتان نمبر مليس ٿو ڪارڊليس تي نمبر ڊائل ٿو ڪري. ٻئي طرف کان هيلو چمپا دس سائيڊ، آپ ڪوَن؟)
مهيش : مهيش ٿو ڳالهايان. ديوان صاحب آهن.
چمپا : هولڊ ڪريو.
(مهيش ڪارڊليس فون پيءُ کي ٿو ڏئي. ٻئي طرف کان ٽيڪچند جو آواز)
ٽيڪچند: ٽيڪو ٿو ڳالهايان، توهان ڪير؟
ماڏوداس: سائين ماڏوداس ٿو ڳالهايان، رام رام.
ٽيڪچند: رام رام سيٺ صاحب، حڪم ڪيو.
ماڏوداس: سائين عرض آهي توهان سياڻي ڪٽنب سميت اسانجي غريب خاني تي اچو، رات جي ڊنر گڏجي ڪنداسين.
ٽيڪچند: سائين، اِهو سيوا جو موقعو اسان کي ڏيو، سائين پهريون حق ڇوڪريءَ وارن جو ٿيندو آهي.
ماڏوداس: توهان کي بہ موقعو ملندو، سياڻي اسان وٽ اچو.
ٽيڪچند: سائين توهان جو حڪم سر اکين تي. مهرباني فرمائي گهر جو پتو ٻڌايو.
(ماڏوداس ٻڌائي ٿو، رام رام ڪانپوءِ فون آف ڪري مهيش

کي واپس ڏنو ڪري.)

**سين 39**: ٽيڪچند جي گهر جي بئنڪ، صوفا تي سرلا ۽ ٽيڪچند ويٺا آهن.

سرلا : ڇا ٿا سوچيو؟

ٽيڪچند: لڳي ٿو مهيش پيءُ ماءُ کي رشتي لاءِ موڪليو آهي.

سرلا : مهيش سمجهدار ڇوڪرو آهي، مونا کي سُکي رکندو.

ٽيڪچند: مونا کان به ته پڇون.

سرلا : پلي پڇوس، مونا خوش ٿيندي.

(ٽيڪچند مونا جو موبائيل نمبر ڊائل ڪري کيس بئنڪ ۾ اچڻ لاءِ ٿو چوي. ٿوريءَ دير ۾ مونا بئنڪ ۾ اچي ٿي.)

مونا : جيئو پاپا.

ٽيڪچند: ويهه پُٽ.

(مونا بئي صوفا تي ويهي ٿي.)

ٽيڪچند: مهيش جي پنا سيٺ ماڌوداس اسان سڀني کي سياڻي ڊنر تي انوائيٽ ڪيو آهي.

(مونا پيءُ جي منهن کي ٿي ڏسي، ڪجهه چوي نٿي من ۾ سوچي ٿي- مهيش ڪيترو فاسٽ هلي رهيو آهي.)

ٽيڪچند: پُٽ مهيش پسند ته اَٿي نه؟

مونا : جيڪو توهان فيصلو ڪندا، مونکي منظور آهي.

ٽيڪچند: کُلي ٻڌاءِ، مهيش پسند اَٿي؟

(مونا ڪنڌ لوڏي ها تي ڪري ۽ اُٿي پنهنجي روم ۾ ٿي وڃي.)

ٽيڪچند: سياڻي پوري تياريءَ سان هلڻو پوندو.

سرلا : سو ته آهي، توهان به ڪين انوائيٽ ڪجو.

ٽيڪچند: ضرور.

**سين 40**: ماڌوداس جي گهر جي بئنڪ رات جو وقت. ماڌوداس ميرا ۽

مهيش ٽيڪچند پريوار جو انتظار ڪري رهيا آهن. ڪجهه دير بعد مهمان پهچن ٿا. مهيش ٻاهر وڃي کين ٻئنڪ ۾ وٺي ٿو اچي. سڀ پاڻ ۾ گرم جوشيءَ سان ملن ٿا. مونا کي ڏسي ميرا نري ٿي پوي. مونا کي چاتيءَ سان لڳائي مٿو ٿي چُميس. مهمانن جي خاطرداري شروع ٿي ٿئي. فارملٽيءَ کانپوءِ ميرا سرلا ۽ مونا کي پنهنجي روم ۾ وٺي ٿي وڃي.

**سين 41 :** ماڌوداس ۽ ٽيڪچند ڊرنڪ ٿا وٺن. مهيش سروَ ٿو ڪري. ڊرنڪ جي دؤران رشتي جي ڳالهه ٿا ڪن. ماڌوداس ميرا کي موبائيل تي واڌايون ٿو ڏئي.

**سين 42 :** ميرا ڳلي مان سونو هار لاهي مونا کي پائي، ڳلي لڳائي وري مٿو ٿي چميس.

ميرا : ادي، واڌايون هجنوَ.

سرلا : پيڻ توهان کي به لک لک واڌايون.

ميرا : اڄ منهنجي ڏيءُ جي ڪمي به پوري ٿي ويئي.

سرلا : نصيبن واري آهي مونا، جو اهڙو ور- گهر مليو اٿس.

ميرا : مونا، گهر ڌياڻي ٿي گهر ۾ راڄ ڪندي.

سرلا : مونکي يقين آهي، مونا هتي اچي اسان جي ڪمي محسوس نه ڪندي.

مهيش : هلو رسوئي تيار آهي.

**سين 43 :** سڀ هال ۾ اچي ڊائننگ ٽيبل جي آسپاس ڪُرسين تي ويهن ٿا. ٻه دڪان جا ڇوڪرا سروَ ٿا ڪن. ڊنر شروع ٿو ٿئي.

ٽيڪچند: سيٺ صاحب منهنجو عرض آهي، اَسين سڀ سياڻي شام جو هوٽل سياڄيءَ ۾ گڏ ٿيون توهان جا جيڪي به مٽ مائٽ يار دوست واقفڪار آهن، سڀني کي وٺي اچو.

مهيش : گستاخي معاف آءٌ هڪ عرض ڪرڻ ٿو چاهيان.

ٽيڪچند: ڇئه پُٽ، تنهنجي جيڪا به فرمائش هوندي پوري ٿيندي.

مهيش : منهنجي ڪابہ فرمائش نہ آهي. آءٌ ڪاڪٽيل پارٽي نٿو چاهيان. اهڙن پروگرامن سان اسان جي سماج جي اميج خراب ٿي رهي آهي. ٻيءَ ذات وارا اسان کي مانسخور ۽ شرابي ٿا سمجهن. آءٌ پيئڻ کائڻ جي خلاف نہ آهيان. مگر اِهو گهر اندر نجي طور تي ٿيڻ گهرجي. سارو جنڪ روپ ۾ بلڪل نہ. (سر لا اُٿي مهيش جي مٿي تي هٿ ٿي ڦيريس. ميرا جي ڇاتي فخر مان ڇوڙي ٿي ٿي وڃي. مونا جي چهري تي چمڪ ۽ چپن تي مشڪ آهي. ٽيڪچند حيرانيءَ مان ماڌوداس کي ٿو ڏسي.)

ماڌوداس: مهيش ٺيڪ چئي رهيو آهي. اسان کي نوجوان پيڙهيءَ اڳيان غلط مثال پيش نہ ڪرڻ گهرجي.

ٽيڪچند: توهان جيئن حڪم ڪيو، آءٌ تيار آهيان.

ماڌوداس: گهر اندر لميٽيڊ پروگرام رکو، بهتر ٿيندو.

ٽيڪچند: ٽيريس تي سؤ ڏيڍ ماڻهن جو ارينجمينٽ ٿي سگهندو آهي. توهان پنهنجن ماڻهن جو انگہ ٻڌايو، باقي اسانجا رهندا.

ماڌوداس: اسان جا پنجاهہ سمجهو.

ٽيڪچند: بهتر آهي.

مهيش : هڪ ٻيو بہ عرض آهي.

ٽيڪچند: بي هڇڪ چئو.

مهيش : توهان مونا جي شاديءَ تي گهٽو خرچ ڪرڻ ٿا چاهيو.

ماڌوداس: (ناراضگيءَ مان) هيءَ ڇا بيتڪو سوال پڇي رهيو آهين؟

مهيش : ڊئڊي پليز- مون اِهو نہ پڇيو آهي تہ ڇا ڏيندا؟ مون پڇيو آهي تہ ڇا خرچ ڪرڻ چاهيو ٿا؟

ٽيڪچند: سڀ ڪجهہ تہ توهان ٻنهين جو آهي. جيڪي چوندين سو ٿيندو.

مهيش : آءٌ توهان جي مرضي ڄاڻڻ ٿو چاهيان.

ٽيڪچند: ويهن-پنجويهن لکن کان ڇا گهٽ ٿيندو؟

مهيش : ڏئڏي، مونا کي نہ توهان وٽ ڪائي ڪمي آهي نہ هتي ڪائي ڪمي رهندي. ويهہ-پنجويهہ لکن مان سماج جي گهٽ ۾ گهٽ سؤ ڪنيائن جو ڀلو ٿي سگهي ٿو. آءٌ چاهيان ٿو اسين ساموهڪ وهانوَ ۾ شامل ٿي سماج اڳيان هڪ نئون مثال پيش ڪريون.

ٽيڪچند: (اٿي مهيش جي پُٺي ٺپي) واهہ پٽ دل خوش ڪري ڇڏيئہ. سيٺ صاحب توهان جو مهيش انمول هيرو آهي.

ماڌوداس: ديوان صاحب، هاڻي مهيش توهان جو بہ تہ آهي.

ٽيڪچند: اِها اسان جي خوش نصيبي آهي.

ماڌوداس: اسان جي ٻچڙي خاموش ويٺي آهي. شايد اسان جي ٻڪ ٻڪ پسند نہ اَٿس.

(مونا اُٿي ماڌوداس کي پيري ٿي پوي. ماڌوداس متي تي هٿ ڦيري جيب مان نوٽ ڪڍي جيڪي هٿ ۾ اچن ٿا مونا کي ٿو ڏئي.)

**سين 44**: ڊنر پورو ٿيڻ کانپوءِ ٻئي ڌريون هڪ ٻئي کي مٺائي ٿيون ڏين. ٽيڪچند مهيش کي خرچي ڏيڻ ٿو چاهي. مهيش نهٺائيءَ سان وٺڻ کان اِنڪار ٿو ڪري. ٻاهر اچي هڪ ٻئي کان موڪلائي ديوان پريوار پنهنجي گهر روانو ٿو ٿئي. ماڌوداس، ميرا ۽ مهيش اندر بئنڪ ۾ ٿا اچن.

ميرا : مهيش، تو مونا جي باري ۾ جيڪي چيو اُن کان گهڻي سئي آهي.

(مهيش اُٿي ماءُ پيءُ کي پيري ٿو پوي، ٻئي آشيرواد ٿا ڏينس.)

**سين45**: ديوان ٽيڪچند جي گهر جي ٽيريس تي پارٽي هلي رهي آهي. پارٽي پوريءَ طرح ويج ۽ نان الڪوهل آهي، چوند مهمان شامل ٿيا آهن. مُراريلال بہ آيل آهي ۽ بزرگہ بہ. اُن کي ڏسي حيرانيءَ سان.

مُراري : توهان هتي؟
بزرگ : ڇو تون اڇي سگهين ٿو، آءٌ نٿو اچي سگهان؟
مُراري : منهنجو اِهو مطلب نہ هو.
بزرگ : تہ مطلب جي ڳالهہ ڪر، ڏنئہ ڪائي؟
مُراري : ڇڏيو سائين، توهان جي مذاق منهنجا هڏ گڏ ڀڃي ڇڏيا.
(بزرگ مُسڪرائي ٿو. پارٽي هلندي مهيش مونا هڪ ٻئي کي منڊي پائين ٿا.)
مُراري : ڇو سائين، نہ ڪيڪ نہ ور مالا؟
ٽيڪچند: مُراريلال، اسان هندستاني آهيون. اسان جون پنهنجون ريتيون رسمون آهن. ور مالا شاديءَ جي رسم آهي، مڱڻي جي نہ. انڏو نقل ٿا ڪن پنهنجي اياٽپ ٿا ظاهر ڪن.
(ٽيڪچند جي ڳالهہ ٻڌي مهمان سوچڻ ٿا لڳن منڊي پائڻ کانپوءِ ٽيڪچند سڳن تور ناريل، مصري ۽ مٺائي ٿو ڏئي. ماڌوداس پڻ مونا کي مٺائي ٿو ڏئي. ٻي ڪائي لين دين نٿي ڪئي وڃي. پارٽيءَ ۾ سُس پُس ٿي ٿئي. ليڪن گهوٽيتن ۽ ڪنوارينن کي اِن جي پرواهہ ناهي. مُراري اُٿي ٽيڪچند وٽ ٿو وڃي.)
مُراري : سائين، مونکي بہ خرچي ڏيئي ڇڏيو.
ٽيڪچند: تون تہ ميدان ڇڏي ڀڄي ويو هئين، قسم بہ کاڌو هيئہ تہ وري مائٽين جو ڪم نہ ڪندين.
مُراري : سو تہ سائين آءٌ گهبرائجي ويو هوس. توهان تہ شاهہ آهيو توهان کي ڪهڙو فرق پوندو.
ٽيڪچند: ٻڌ، هن رشتي ۾ ڪائي لين-دين نہ ٿي آهي. تون سيٺ ماڌوداس کان ڪجهہ بہ نہ گهرجانءِ.
مُراري : هر گز نہ گهرندس.
(ٽيڪچند پرس ڪڍي هزار جا ڏهہ نوٽ مُراريءَ کي ڏئي

تو.)

مراري : سائين-سيٺ ماڌوداس کان بہ ونڻ کان منع ٿا ڪريو.

(ٽيڪچند ڏهہ نوٽ ٻيا بہ مراريءَ کي ڏئي ٿو. پڇيس ٿو خوش؟)

مراري : خوش سائين خوش. بس ٿوري سوائي ٿي وڃي.

(ٽيڪچند پنج نوٽ ٻيا بہ ٿو ڏئيس. مُراري نوٽ جيب جي حوالي ڪري ٽيڪچند جي ڪن پرسان وات ڪري پڇيس ٿو) ڇو سائين، پارٽيءَ ۾ نہ پيگہ، نہ ليگہ؟

ٽيڪچند: (ڏيري سان) مات ڪر، مهيش ٻڌنديءَ تہ ڪٽي ٽيريس تان هيٺ ڦٽي ڪنديءَ.

(مُراري مات ڪري هليو ٿو وڃي. وڃي ڪائڻ پيئڻ کي ٿو لڳي.)

**سين 46 :** پارٽي پوري ٿي ٿئي. مهمان موڪلائي هلڻ ٿا لڳن. سيٺ ماڌوداس بہ موڪلائڻ ٿو چاهي. ٽيڪچند ۽ سرلا بہ ٽيريس تان هيٺ لهي مين گيٽ تائين ٿا وڃن. مونا بہ هيٺ لهڻ جي ٿي ڪري، مهيش هٿ پڪڙي روڪيس ٿو ۽ چويس ٿو سياڻي شام جو تيار ٿي رهجانءِ، گهمڻ هلنداسين. ڊنر بہ ڪنهن هوٽل ۾ هلي ڪائينداسين. مونا ڪنڌ لوڏي رضامندي ٿي ڏئي.)

**سين 47 :** مهيش ۽ مونا بہ هيٺ لهي مئن گيٽ تي ٿا اچن. ماڌوداس ميرا ۽ مهيش موڪلائي ڪار ۾ سوار ٿي روانا ٿا ٿين. ٽيڪچند، سرلا ۽ مونا گهر اندر ٿا وڃن.

**سين 48 :** ريس ڪورس روڊ تي ٽاپ-اِن-ٽائون آئيسڪريم پارلر. نوجوان مالڪ ڪائونٽر پنيان ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. يونيفارم ۾ ڪجهہ ڇوڪرا پارلر پنيان بيٺا آرڊر سروَ ڪري رهيا آهن. ڪجهہ ڇوڪرا ٻاهر سروس ۾ لڳل آهن. مهيش ۽ مونا شو روم ۾ اندر اچن ٿا. ڪائونٽر وٽ اچي مهيش پرس مان پنج سؤ جو نوٽ ڪڍي اڳيان ٿو وڌائي.

مالڪ : نوٽ واپس رکہ. پھريائين توهان ٻنهين کي مٺائي جون واڌايون. آئيسڪريم اڄ منهنجي طرفان.

مونا : انڪل، توهان آيا نہ، پارٽيءَ ۾؟

مالڪ : ساري، آءٌ اڪيلو هئس نہ اچي سگهيس.

(هڪ ٻئرو ڪائونٽر جي سائيڊ ۾ ٻہ ڪرسيون لڳائي مهيش ۽ مونا کي ويهڻ جو عرض ٿو ڪري. ٻئي وڃي ڪرسين تي ٿا ويهن. هڪ بيرو ٽري ۾ ٻن گلاسن ۾ ماڪ ٽيل آڻي سرو ٿو ڪري. ڪجهہ دير بعد ٽري ۾ شيڪ جا ٻہ گلاس کڻي ٿو اچي. پهريان ٻہ گلاس ٽري ۾ هڪ طرف رکي شيڪ سرو ٿو ڪري.

مهيش : انڪل، شيڪ ڏاڍو هيوي ٿي ويندو.

مالڪ : ينگہ مئن ڪوئي هيوي نہ ٿيندو.

مهيش : ٻيو ڪجهہ نہ گهرائجو.

مالڪ : آئيسڪريم جو هڪ نئون فليور آيو آهي اُهو ٽيسٽ ڪري ٻڌائجو، ڪيئن آهي؟

مونا : انڪل، توهانجي آئيسڪريم جو هر فليور للجواب ٿيندو آهي، هي بہ سٺو هوندو پر اڄ ٽيسٽ ڪرڻ جي گنجائش بلڪل ناهي.

مالڪ : گنجائش ٺهي ويندي.

(ٻئرو آئيسڪريم کڻي ٿو اچي، شيڪ جا خالي گلاس کڻي ٿو وڃي ۽ آئيسڪريم سرو ڪري ٿو وڃي.)

**سين 49:** مهيش ۽ مونا ٻاهر ڪار پارڪنگہ ۾ ٿا اچن. مهيش ڪار جي چابي مونا جي هٿ ۾ ڏيندي چوي ٿو، تنهنجي ڊرائيونگہ جي تعريف ٻڌي چڪو آهيان. اڄ ڏسڻ ٿو چاهيان.

مونا : مس دماغ مان هوا نڪتي آهي، وري پرڻ نٿي چاهيان.

مهيش : تون ڪيترو بہ اڏام، ڏور منهنجي هٿ ۾ رهندي. هاڻي توکي ڪائي رسڪ ناهي.

(مونا ڊرائيونگ سيٽ تي ٿي ويهي. مهيش پرسان ٿو ويهيس.
مونا ڪار اِسٽارٽ ڪري پارڪنگ مان ڪڍي روڊ تي آڻي
اڳتي تي وڌائي. ڪجھ ئي دير ۾ ڪار هوا سان ڳالهيون
ڪرڻ ٿي لڳي.

**سين 50 :** سيٺ ماڌوداس پنهنجي بنگلي ۾ ويٺو اخبار پڙهي رهيو آهي. موبائيل جي رنگ ٽون ٿي وڄي. اخبار رکي فون آن ڪري ڪن سان لڳائي.

ماڌوداس : هلو، ديوان ٽيڪچند صبوح صبوح جو ڪيئن ياد ڪيو اٿوَ؟

ٻئي طرف کان : سيٺ صاحب مُسڪان گروپ وارن جي فون آئي هئي، ساموهڪ شاديون، ڏيو اٺٽي گيارس ١٦ نومبر تي ٿيڻيون آهن. فارم ڀرڻ لاءِ ٿي چيائون.

ماڌوداس : نيڪ آهي، آءٌ فارم گهرائي ڀري ٿو موڪليان.

ٽيڪچند: توهان کي تڪليف ڪرڻ جي ضرورت ناهي. مون پنهنجو ۽ توهان جو فارم ڀري موڪلي ڏنو آهي. توهان پنهنجن قريبي رشتيدارن کي اِن موقعي تي گهرائڻ چاهيو ته ڪين دعوت نامو موڪلي ڏيو.

ماڌوداس : سو ته ٺيندو. اِطلاع ڏنوَ، مهرباني.

ٽيڪچند: مون مسڪان جي سيڪريٽريءَ کي عرض ڪيو آهي. اُن موقعي تي جيڪو به خرچ ايندو يا شامل ٿيل جوڙن کي سوڪڙيون-پاڪڙيون، لٽو، مٽيو يا روڪ ڏبو سو سڀ منهنجي طرفان ٿيندو.

ماڌوداس : فقط توهانجي طرفان نه، توهان ۽ اسان جي طرفان ٿيندو.

ٽيڪچند: جيئن توهان جو حڪم. رام رام.

ماڌوداس : رام رام.

**سين 51 :** دسهڙا ميدان تي ساموهڪ وواهه جون سرگرميون تيز آهن. جوڙا ۽ سندن مائٽ موجود آهن. شادي ڪرائڻ وارا پنڊت پڻ موجود

آهن. هن دفعي جوڙا وڏيڪ آهن تہ سر گرميون بہ وڏيڪ آهن. هن دفعي شهر جا بہ نامي رئيس پڻ پنهنجي ٻارن جي شادي، ساموهڪ وواهن جي آيوجن ۾ شامل ٿي ڪري رهيا آهن. اِن خبر ميڊيا کي پڻ حرڪت ۾ آڻي ڇڏيو آهي. اخبارن جا رپورٽر ۽ ڪئميرامئن، ٽي. وي. چئنل جا ڪئميرامئن پڻ ايوينٽ کي ڪوَر ڪرڻ لاءِ موجود آهن. زي ٽي. وي. پروگرام لائيوَ ٽيليڪاسٽ ڪري رهي آهي. فوڪس مهيش مونا تي ٿي وڏيڪ آهي. شاديءَ جي رسم پوري ٿي ٿئي. ڦيرا، ور مالا، مانگ ۾ سندور ڀرڻ، منگل سوتر پهرائڻ سان ڇوڏاري واڌايون وري ٿيون وڃن. وات مني ڪرڻ جي رسم شروع ٿي ٿئي.

**سين 52 :** سهاڳہ سيج تي شاديءَ جي جوڙي ۾ مونا مهيش جي گود ۾ مٿو ڪري ليٽي پيئي آهي. مهيش لڳاتار مونا جي چهري کي تڪي رهيو آهي.

مونا : ڇا ٿا ڏسو؟

مهيش : ڏسان ٿو سچ آهي يا سپنو؟

مونا : ڇُهي ڏسو.

(مهيش مونا جي مٿان جُهڪندو ٿو رهي. مونا کي پنهنجي لبن سان ڇُهڻ ٿو چاهي. لائيٽ ڌم ٿيندي ٿيندي بند ٿي ٿي وڃي. اچانڪ لائيٽ تيز ٿي وڃي ٿي. پڙدي تي اکر ٿا اُڀرن هئپي بگننگہ.)



# ٻاڳو ڀيون : ناول

# ٻن پُڙن جي وچ ۾

سونهاري سنڌ،سنڌ جي سڀيتا، سنسڪرتي، سنسڪار جي راڄڌاني لاڙڪاڻو ضلع. رئيس هلت، مهمان نوازي، ڀائيچاري، ڀڳتي ڀاو وارو ضلع لاڙڪاڻو. وڏيرن، وڏن زميندارن جو مرڪز، سارين جو ڪٽورو، موهن جي دڙي جي سڀيتا جو مرڪز، باغ باغيچن، وڻج واپار ۾ اڳرو.

لاڙڪاڻي ضلع جو هڪ ڳوٺ نئون ديرو، ريلوي اسٽيشن، چانورن جي نڪاس جو مرڪز، وڻجارن واپارين جو ڳوٺ. نئين ديري جي هندن ۾ سرمور منگهنملاڻي گهراڻو. منگهنملاڻي گهراڻي جي موجوده پيڙهيءَ جو هرتا ڪرتا سيٺ سورجمل.

مل جاتي ڀارت ۾ يوريشيا مان آئي هئي. مل هڪ سورما جاتي هئي. آرين وانگر رنگ جا گورا، جانٺا جوان. آريه اُتر دشا کان لداخ جي رستي سنڌو نديءَ جي ڪناري ڪناري وڌندا سنڌ جي سرسبز علائقي ۾ اچي ويا. اِها ڳالهه غلط آهي ته آريه ڀارت جا مول نواسي هئا. سنڌو ندي اُتر کان ڏکڻ دشا ۾ وهندي آهي نه ڪ ڏکڻ کان اُتر دشا ۾. آريه به لداخ جي رستي سنڌ ۾ آيا هئا. لداخ ۾ اڄ به مول آرين جون پنج-ڇهه بستيون آهن. مل به ٻاهران آيا هئا.

سنڌ جا مول نواسي دروڙ هئا. رنگ جا سانورا هئا. اڄ به سنڌ ۾ جيڪي سانورا آهن سي دروڙ نسل جا آهن. گوري رنگ وارا آريہ، مل ۽ ٻي جاتين جي موُل جا آهن- جيڪي ڪٽڪ رنگي ورڻ جا آهن، سي دروڙ ۽ آرين جي ميل جو نتيجو آهن.

سورجمل رنگ جو گورو، قد سوا پنج فوٽ، سينو ٥٦ انچ، چهرو سج جي تپش ۽ تيج وارو، اکيون بلوري، مڇون وڏيون، رعبدار چهرو. ڪنگهڪار ڪري جڏهن نڪرندو هو ته گهر جون زائفون ته ڇڏيو پاڙي

واريون بہ وچي ٻرن (پنهنجي ڪمري ۾) لڪنديون هيون ٻار هيسجي ماءُ جي پنيان سندس پلئہ پڪڙي لڪندا هئا.

سورجمل جڏهن گهر ۾ هوندو هو تڏهن اول تہ ڪائي ننهن سامهون نہ ويندي هيس، اگر ويندي هئي تہ لنبو گهونگهٽ ڪڍي. رواج ڪجهہ اهڙو هو جو ڏينهن جو زال مڙس ڪان بہ منهن ڍڪيندي هئي. رات جو ڪم ڪار سهينجي لالٽين جي جهيڻي روشنيءَ ۾ ڪمري ۾ ويندي. مرد اِنتظار ڪري اينرو اُتاولو ٿي ويندو هو جو گهرواريءَ جو منهن ڏسڻ بجاءِ ڪيس ٻانهن ۾ ڀري سيني سان لڳائيندو هو. اِن جو ڇوڪرين کي ڀرپور فائدو ملندو هو، ڪاريون بہ اگهامي ونديون هيون. هڪوار نينهن جو ناتو جُڙيو تہ ڪاريون بہ پياريون لڳنديون هيون.

اڄ جو ماحول ئو ڏسجي تہ ڪرم ڪٽڻ ٿي دل چاهي. اڳيئر تہ پارٽين جي مالي حالت ۽ ڏي-وٺ جو حساب، اُن ڪان پوءِ رنگہ روش، اِنهن ٽيپ ڪٽي فوٽ اِنچ ماپيندا. اِها رنڊڪ بہ دور ٿي تہ جوتشي منگل ڇنڇر گڏ ڪري ڇٽي ڀلي ڪم کي ٽوٽو هٽي ڇڏيندا. ڪنهن نموني جوتشي بہ راضي ٿيا ۽ رشتو جُڙيو تہ مڱڻي جي موقعي تي ڇوڪرو ڇوڪري هڪ ٻئي کي موبائيل ڀيٽ ڪندا پوءِ شروع ٿيندو لنبي وارتا جو دؤر. اڌ اڌ رات تائين ڇوڪرو ڇوڪري بي مطلب جي بڪواس ڪندا رهندا. خدا نہ خواستا ڪنهن جي وات مان ڪوئي گُتو لفظ نڪري ويو تہ ئونٽ لڳي ساهيڙي پڳي وارو حساب بڻجي ويندو. مائٽ ويچارا ڪرم ڪٽيندا رهندا. نئين سري سان تلاش، نئين سر مغزماري، جڏهن ٻولهي ٻولهي بيزار ٿيندا، ڇوڪرو ڇوڪري بہ پشيمان ٿيندا تہ پوءِ بہ مڪياري، جيستائين نيي تہ نيي نہ تہ تون پنهنجي دڳہ، آءٌ پنهنجي دڳہ.

جيستائين سنڌ ۾ هئاسين، هلت چلت ۾ سادگي هئي. سچائي هئي، وڏي گهر جون زائفون بہ گهر جي ڪم ۾ آر نہ سمجهنديون هيون. سج اڀ اُڀري اُٿي ٻهاري پائي گهر جي ڪُمت ڪڍنديون هيون. جنڊ تي ڪڻڪ پيهنديون هيون، ڏڌو لوڙي مکڻ ڪڍڻ روز جي ڪرت ۾ شامل

هوندو هو.

سنڌي خوراڪ ۽ محنت ڪري زائفون جانئيون جوان هونديون هيون. ات ڏهه ٻار ڄڻڻ ڪانپوءِ بہ چونديون هيون دل مانگي مور.

اڄ سڄو ڪم مائين جي پروسي. مائي نہ ايندي تہ منجهند جي ٻين ٽين بجي تائين ٻهاري نہ پوندي، گهر جي ڪمت نہ نڪرندي تہ گهر ۾ سُک شانتي ڪٿان ايندي؟ برڪت ڪيئن پوندي؟ پڙهائيءَ جي چڪر ۾ يا ناز نخرن ڪري اڌ عمر ڳاري ڪنديون شادي، ٻہ-ٽي سال ٻار ڄڻڻ ڪان ڪنديون پرهيز. گرڀوتي ٿينديون تہ ٻئي مهني ڪانپوءِ وڃي ٿينديون ڊاڪٽرياڻين جي حوالي. ڊاڪٽرياڻي ڏسندي آسامي سٺي آهي، وڏي گهر جي آهي تہ صلاح ڏيندس بيڊ ريسٽ جي. سَنڌ سُڪائي ڊليوريءَ جي ٽائيم تي ويندي يون ڊاڪٽر وٽ. ڊاڪٽر ائڊمٽ ڪري، ڏينهن ٻہ اِنتظار ڪرائي چوندي، نارمل ڊليوري نہ ٿي سگهندي، آپريشن ڪرڻو پوندو. آپريشن ڪانپوءِ مائي اڳو پوءِ هيٺي، عمر پر جي رنجهہ ڪنجهہ، هڪ يا وڌ ۾ وڌ ٻہ ٻار ڄڻينديون. ان ڪانپوءِ بہ ڄمڻ سان بوتل ٻار جي وات ۾.

مشڪل سان ٻار ٻن سالن جو ٿيندو تہ نرسريءَ ۾ داخل. پيار ڪان، راند ڪان محروم ٻار پاڻ کي اڪيلو ۽ اَسُرڪشت محسوس ڪندو. من اُچاٽ ٿي ويندس. ڪاڌو-پيتو بہ پانءِ نہ پوندس. مائٽ ٻار کي سنڌي ڪاڌ خوراڪ ڏيڻ بجاءِ هير وجهندس فاسٽ فوڊ جي. ٻار شاريرڪ ۽ مانسڪ طور تي ڪمزور ٿي ويندو.

سيٺ سورجمل اوطاق مان نڪري گهر طرف وڃي رهيو هو. سيٺ کي ڏسي منگتي سوال ڪيو- ''سيٺ ست...''

سورجمل رڙ ڪري چيس، ''انين پيٽ ۾ ويلو وڏو اَٿي؟''

منگتي جون منيون مُنجهي ويون. پاڻ سنڀالي چيائين، ''سيٺ، آءٌ چئي رهيو هيس، توهان جون ست پيڙهيون سلامت رهن، شاد آباد رهن.''

سيٺ سورجمل کي ترس اچي ويو. جارج ڇهين جي فوٽوءَ وارو چانديءَ جو رپيو منگهنيءَ جي هٿ تي رکيائين. منگهنيءَ کي ڪائي خوشي نہ ٿي. سورجمل جي رڳ ڏيڍر ڏيرا ڪري چڙهيا هيس. اڳتي وڏي پٽ جي آڏو بيهي ڏنائين تہ، سندس سٿڻ تہ آلي نہ ٿي هيس.

سيٺ سورجمل کي اٺ پٽ هئا. ڪلومل، ٻلومل، مينهون مل، شيهونمل، جيئومل، سيئومل، ڏالومل ۽ ٻالومل. انهن ٻارن جي ماءُ شانتي ديوي سهڻ شڪتيءَ واري ۽ شانت سڀاءُ واري هئي. تڏهن تہ سورجمل جهڙي اُگري سڀاءُ واري شخص سان گهاري سگهي هئي.

سورجمل جا اٺ ئي پٽ جوان ٿيا، شاديءَ لائق ٿيا تہ بہ سورجمل جي رعب داب ڪري سهميل ۽ خاموشيءَ ۾ رهندا هئا. سورجمل جي پٽن مان پويان چار ئي پڙهي لکي سگهيا. باقي پهرين چئن لاءِ تہ ڪارو اکر مينهن برابر. سورجمل پاڻ هٿ واڻڪا اکر سکيو هو. حساب ڪتاب هٿ واڻڪن اکرن ۾ لکندو هو. وڏي پٽ ڪلومل کي زمينداريءَ جو ڪم ۽ هٿ واڻڪا اکر پاڻ سيکاريا هئائين، جيئن سورجمل کانپوءِ ڪلومل زمينداري ۽ حساب ڪتاب سنڀالي سگهي. ڇوڪرا شاديءَ لائق ٿيا تہ جڳومل جوڙي-جوڙي جو رشتو ڪري شادي ڪرائيندووين. سورجمل پئسي کي نہ ڏسندو هو. گهر، خاندان، اُٺٽي-ويهٽي ٻار جا سنسڪار ڏسندو هو. اٺ ئي پٽ زميندار ۽ واپاري طبقي مان پرڻايائين.

وڏي جي شادي خئرپور ديري مان ڪرايائين. خئرپور ديرو موهن جي دڙي مان کوٽيل ڪڍيل شهرن جي اڏاوت جو هوبهو نمونو هو. وڏا چوڙا روڊ-رستا، ڪچن رستن تي بہ ڌوڙ مٽيءَ جو نانءُ نشان نہ. روڊ جي ٻنهين طرف ڪشادا هوادار وڏا گهر. گهرن ۾ هئنڊ پمپ، گندي پاڻيءَ جي نڪاسيءَ لاءِ ڪسيون ۽ حوديون ٺهيل. جن جي روز صفائي ٿيندي هئي. مارڪيٽ ۾ پڪا دڪان ٺهيل هر طرح جو وڻج-واپار. روشنيءَ لاءِ رستن تي لئمپ پوسٽ تي فانوس لڳل. ڳوٺ ۾ اوپر کان اولهہ طرف نهر. نهر مان روڊ تي پُل ٺهيل. شهر جي انتظام لاءِ چونڊيل ڪاميٽي. سڀ ڪجهہ

باترتيب هو. خئرپديري جي رائيسي مل مالڪ سيٺ سلامتراءِ جي ڪنيا ڪلان سان ڪلوءَ جي شادي ٿي.
بلوءَ جي شادي بنگلديري جي زميندار سيٺ گوهومل جي ڪنيا ڀاڳان سان ٿي.
مينهونمل پنجوديري جي صَويراج جي نياڻيءَ ميران سان ٻڌيو. شيهون سڏدو ديري جي موجومل جي ڪنيا سشما سان، جيئومل ڳچلن جي جانڪيءَ سان. سيئو ڊڪڻ جي سُڌا سان، ڍالو رتيديري جي ڪپڙي واپاري ڪرپالداس جي نياڻيءَ ديا سان ته ٻالو مدئجيءَ جي زميندار روپچند جي نياڻي رتنا سان.
سورجمل جي پهرين ۽ پوئين نونهن آريہ نسل جون هيون. باقي ڇهہ دروڙ نسل جون. اٺ ئي ڇوڪريون ڳوناڻي ماحول ۾ پليون نپنيون هيون. البت اُنهن ۾ رتنا هئي ته ڳوناڻي، ليڪن ناناڻا سکر ۾ هيس. رتنا کي ڪجهہ حد تائين شهري هوا لڳل هئي.
رتنا شادي ڪري آئي ته ساهري گهر جي ٻوسٽ واري گهر ۾ دم گُهٽجڻ لڳس. ماحول ۾ تبديل آڻڻ جي سوچيائين. هڪ ڏينهن کُنيءَ ڪنيس سَسُ کان رسوئيءَ جي ٿالهي وٺي سهري کي ڏيڻ ويئي. اڌ نڪ تائين گهونگهٽ ڍڪيائين پرسان وڃي چيائينس، ”بابا، رسوئي.“
سورجمل رڙ ڪئي- ”شانتي.“
رتنا جو روح ڪنبي ويو. هٿ پير ڏڪڻ لڳس. شانتي ڀڄندي آئي. رتنا جي هٿ مان ٿالهي ورتائين. رتنا اِئين وٺي ڀڳي جيئن ڪاريءَ هينان ڪانءُ. سڌو ڪمري ۾ وڃي کٽ تي اونڌي منهن وڃي پيئي. ساهہ هيٺ مٿي ٿيڻ لڳس. نيڻن مان نير وهڻ لڳس.
سورجمل شانتيءَ کي دٻ ڪيندي چيو- ”وڃ هيءَ روٽي کُتن کي ڏيئي اَچ. وري اِها بدتميز ڇوڪري منهنجي سامهون نہ اچي.“
شانتي ٿالهي هڪ طرف رکي سورجمل جي لاءِ ٻي ٿالهيءَ ۾ رسوئي کڻي آئي. سورجمل جي رڙ ٻڌي سندس ٻين نونهن جو بہ هيانءُ هيٺ

مٿي ٿيندو رهيو. دل ڌڙڪڻ لڳي.
رتنا مڙس سوڌي پيڪي ويئي ته واپس نه موٽي. مدئجيءَ ڪان سڌو سکر پهچي ويئي. رتنا جي مامي ٻالوءَ کي ميونسپالٽيءَ ۾ نوڪري وٺي ڏني. رهڻ لاءِ ڪرائي جو مڪان، ٻالوءَ پيءُ جي تعبيداريءَ بجاءِ زال جي غلامي بهتر سمجهي.
سورجمل بکيڙو ڪرڻ بجاءِ چُپ رهڻ بهتر سمجهيو. سائيءَ وقت انديشو پڻ ٿيس ته ٻي به ڪا نونهن بغاوت نه ڪري. اُن جو اُپاءُ ڪرڻ ضروري سمجهيائين. سڀي رتا رتي هڪ ڏينهن سيني پُٽن کي گڏ ڪري چيائين، ”سڀو ڏينهن گهر ۾ ويهي مکيون ٿا ماريو. هاڻي ڪُٽنب ايال وارا ٿيا آهيو. ڪائي ڪرت ڪار ڪريو.“ پُٽن چيس- ”بابا توهان جيڪي حڪم ڪريو اَسين ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.“
سورجمل چين- ”ڪلوُهتي رهي زمينداري سنڀاليندو. بلو رتيديري وڃي ڪرپالداس وٽ ڪپڙي جو ڪم سکي لاڙڪاڻي وڃي ڪپڙي جو ڌنڌو ڪري. مينهون خئريديري ۾ سلامتراءِ جي مل تي وڃي سارين چانورن جو واپار ڪري. اُتي گهر ڪري وڃي رهي. سلامتراءِ تي بوجهه نه بڻجي. شينهون هتي ئي ڪرياڻي جو ڪم سکي لاڙڪاڻي وڃي ڪرياڻي جو ڌنڌو شروع ڪري. جيئو سيئو ۽ ڍالو ڪائي سرڪاري نوڪري ڪن.“ ڍالوءَ کي بنگديري ۾ ماستريءَ جي نوڪري ملي ويئي. ماستريءَ سان گڏ تار ٽپال جو ڪم به ڪرڻ لڳو. جيئو سيئو رونيوُ ڪاتي ۾ سپروائيزر بڻيا. هڪ قنبر ۾ ته ٻيو باڍهه ۾ وڃي ڪم تي لڳو. پنهنجن ٻارن کي به وٺي ويا. نئونديري ۾ باقي سورجمل، شانتي، ڪلومل، ڪلان ۽ سندن سڪيلڏو پُٽ ڪشورمل رهيا.
زمينداريءَ جو گهڻو ڪم ڪلومل پاڻ تي هموار ڪري ڇڏيو. ڪلان سڀو ڏينهن گهر جي ڪرت ڪار ۾ پوري. سورجمل گهڻو ٽڻو اوطاق ۾ وقت گذاريندو هو. گهر ۾ هوندو هو ته شانتيءَ سان گڏ پنهنجي ڪمري ۾. شانتي سوچيندي هئي- ”جٽيا گهٽا، اسان اُهي ئي به جٽا.“ سورجمل

پنهنجي عقلمنديءَ سان گهر پريوار کي ٽُٽڻ کان بچائي ورتو. الڳ رهندي به پائرن ۾ ايڪو بڻيو رهيو. جڏهن ڪارج ۾ يا ڏڻ وار تي سڄو ڪٽنب گڏ ٿيندو هو. موڄ مچي ويندي هئي. شانتيءَ جي خوشيءَ جو ٺڪاڻو نه هوندو هو. سورجمل نرلپت گهٽي پاڻي ايڪانت ۾ ۽ چپ رهندو هو. سندس پُٽ هاڻي خود وچي ساڻس ڪچهري ڪندا هئا ۽ ڏنڌي ڌاڙيءَ جو حال-احوال ڏيندا هئا. ٻالوءَ ئي اهڙي موقعي تي نادارد هوندو هو. اگر ايندو به هو ته اڪيلو، رتنا ساڻ نه هوندي هيس. هڪ به ڏينهن رهي حاضري پري هليو ويندو هو. ٻالوءَ جي اچڻ جي شانتيءَ کان سواءِ ڪنهن کي به خوشي نه ٿيندي هئي.

سال گذري ويا. اِهو سلسلو هلندو رهيو. هرڪو پنهنجي جڳهه تي ڦلجندو ڦولجندو رهيو. پريوار جو واڌارو ٿيندو رهيو. شانتيءَ جي ڪنهن به نونهن سَسُ وانگر اڻ ڀار چڙڻ جي همت نه ڏيکاري.

چوندا آهن هر وقت بهار جي مند نه هوندي آهي خزان به ايندي آهي. سنڌ جي هندن تي به خزان جو دؤر دستخط ڏيڻ شروع ڪئي. سياسي ماحول گرمائڻ لڳو. جناح پاڪستان جي گُهر تي اڙول رهيو. سنڌ جي هندن لاءِ اِها خطري جي گهنٽي هئي. ان خطري کي سورجمل ڀانپي ورتائين. ٻارن جي وڪيشن شروع ٿي ويئي هئي. سورجمل جو سمورو پريوار نئونديري ۾ گڏ ٿيو. سورجمل سيني پُٽن کي ايندڙ خطري کان آگاهه ڪيو ۽ چيائين ته جلد هندستان هلڻ جي تياري ڪيو. ڍالوءَ کي چيائين، ”هندستان وڃي رهڻ لائق ڪوئي ٺڪاڻو ڪري اَچ.“ اِها به هدايت ڪيائين ته ڪوئي واهڻ نه ڳولهي. شهر بحر آهي اُتي ترقي جلد ڪري سگهندءُ. جيئو کي چيائين، ”تون به موڪل وٺي گڏ وڃيس. ٻه ٻارهن ٿيندا آهن.“ جيئو چيس، ”اسان کي ڌنڌي واپار جي ڄاڻ نه آهي. بهتر ٿيندو ادو شينهون مل ساڻ وڃيس.“ سيني کي اِها ڳالهه ٺيڪ لڳي.

جلد ئي شينهونمل ۽ ڍالومل حيدرآباد جي رستي ڀارت وڃڻ لاءِ روانا

ٿيا. ٽرين ۾ هڪ ڪڇي ڪوجو ملين. جنهن سان ڳالهائڻ-ٻولهائڻ مان پتو پيين ته هو ڪراچيءَ ۾ رهندو آهي. ڪپڙي جو ڌنڌو ڪندو آهي. ٻلاڻي سرنيمس هيم. ٻلاڻيءَ ٻڌايو ته سندس ڀائي پراڻي احمدآباد ۾ رهندا آهن. هوُ ڪين ورهاڱي جي خطري کان آگاهه ڪرڻ ٿو وڃي. احمدآباد ڇڏي ڪراچيءَ يا سنڌ جي ڪنهن ٻئي شهر ۾ اچي رهڻ. ڪڇي سنڌي ٻوليءَ جو ئي هڪ روپ آهي. ٻوليءَ جو ته مسئلو نه رهندو.

ڍالومل ٻڌايس ته هو ٻئي ڀائر به ڀارت ۾ وسڻ جا خواهشمند آهن ۽ نڪاڻي جي تلاش ۾ وڃي رهيا آهن.

ڪوجي صلاح ڏني ته ٻئي اُن سان گڏ احمدآباد هلن. اُتي سندس ڪٽنبين جي پراپرٽي ڏسن. پسند اچين ته پراپرٽيءَ جي متا ستا ٿي سگهي ٿي. ٻنهين کي اِها ڳالهه پسند آئي. ڪوجي احمدآباد پهچي شينهينمل ۽ ڍالومل جي رهڻ جو اِنتظام ڪيو. پنهنجي ڪٽنبين سان سندن واقفيت ڪرائي. ڪين پنهنجا دڪان مڪان ڏيکاريا. هڪ شاهي باغيچو پڻ ڏيکاريو. جنتي گجرات جي مشهور ڪيسر انب جا وڻ هئا. گُلن ۽ ڀاڄين جي پڻ کيتي ٿيندي هئي. ڪپڙي ۽ ڪرياڻي جا دڪان هين. مڪان به سنا پڪا ۽ سنيءَ رهڻ لائق حالت ۾ هئا. ڪوجن جي ڪُل پراپرٽيءَ جي قيمت جي ڪٿ ڪيائون. سڀ ڪجهه پڪ ڪري، احمدآباد جي ٻن ڪوجن ۽ ڪراچيءَ واري ڪوجي سان گڏ نئون ديري موٽي آيا. ڪين پنهنجي اوطاق ۾ رهاياٿون. سندن کاڌي-پيتي جو اِنتظام گهر ۾ ئي ڪيائون. ڪين اوطاق، پنهنجون ٻنيون ڏيکاريائون. حويليءَ لاءِ سورجمل منع ڪئي. اُن کانپوءِ ڪين کٽريديري، ٻنگديري، رتيديري، قنبر ۽ بادهه ۽ لاڙڪاڻي جون پراپرٽيون ڏيکاريون. ڪوجن نئونديري جي زمين ۽ اوطاق، رتيديري ۽ لاڙڪاڻي جي پراپرٽين جي رضامندي ڏيکاري. قيمت ڪٿي ويئي. سؤدو طيءِ ٿيو. دستاويز تيار ڪيا ويا. پهرياڻين ڪوجن پنهنجي پراپرٽي سورجمل جي پٽن جي نالي ڦيرائي. پوءِ ڄڳومل ۽ سندس پُٽن پنهنجي پراپرٽي ڪوجن جي نالي

ڦيرائي. باقي فرق سورجمل کين نقد ڏنو. خئريديري، بنگلديري، قنبر ۽ باڍهہ جي پراپرٽي اوٽي پوٽي وڪٽي سيني احمدآباد وڃڻ جي تياري ڪئي. سورجمل ڪجهہ وقت ڪانپوءِ اچڻ لاءِ چيو.

هرڪنهن وٽ پنهنجي پونجي هئي. ڪجهہ پراپرٽيءَ جي وڪري مان حاصل ٿي هئي. جيٺو سيٺو بہ نوڪريءَ مان ڇڱو مال ناهيو هو. هڪ ڏالومل ئي هئو جنهن کي سڪيءَ پگهار ڪانسواءِ ٻي ڪا آمدني نہ هئي. البت سندس گهرواريءَ ديا وٽ جهجها زيور هئا. اُن کان علاوهہ شانتيءَ پنهنجي نٿ ڇڏي باقي سڀ زيور نونهرن کي ورهائي ڏنا. سورجمل نقد رقم پڻ جهجهي انداز ۾ ڏنائين. ڏالوءَ کي وڏيڪ ڏنائين جو اُن وٽ پنهنجي پونجي گهٽ هئي. آخر هڪ ڏينهن سڀ احمدآباد روانا ٿي ويا. ڪيترو زور پرڻ ڪانپوءِ بہ شانتي پٽن سان گڏ نہ ويئي. مڙس سان گڏ نئوندير ي ۾ ٿي رهي.

مل پريوار سنڌ ڇڏي ڀارت وڃي رهيو. ڪنهن کي بہ گمان نہ هو تہ سدائين لاءِ وڃي رهيا آهن. سوچين پيا اچڻ-وڃڻ لڳو رهندو. فقط ڏالومل ئي هو جنهن جي دل ۾ وطن کان وڇوڙي جو درد هو. هوُ پنهنجي درد جو اِظهار درد ڀرئي گيتن ۽ نيڻن جي نير سان ڪرڻ لڳو. سچي ڪمپارٽمينٽ ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. سيني جو ڌيان ڏالومل ڏي هو. مڙس جو حال ڏسي ديا جو بہ من ڀرجي آيو ۽ هوءَ بہ روئڻ لڳي. ڪنهن کي بہ سندن روئڻ جو ڪارڻ سمجهہ ۾ نہ آيو.

ٿوري ئي وقت ۾ مل پريوار احمدآباد ۾ وسي رچي ويو. ڏالومل کي تار آفيس ۾ نوڪري ملي ويئي. گجراتي نہ اچڻ سبب جيٺو سيٺوءَ کي نوڪري نہ ملي. ٻئي ڀائرن جي ڪم ۾ مددگار ٿي رهيا.

ڪلومل باغيچو سنڀالڻ لڳو. ڪجهہ زمين خريد ڪري کيتي بہ ڪرائڻ لڳو. ٻلومل اناج جو ڌندو شروع ڪيو. مينهيمل ڪپڙي جو تہ شينهيمل ڪرياني جو ڪم شروع ڪيو.

سورجمل حويليءَ جي آس پاس جو حصو ڍهرائي پٽ ڪري ڇڏيو.

فقط وچ وارو حصو بچايائين. گهر جي ٻاهران اٺ فوٽ اونچي پٽ ڪٽايائين. ٻاهر ٽين دروازي کي بدلائي مضبوط دروازو لڳايائين. گهر جو هڪ ڪمرو ڪٽڪ، چانور، دالين، گيهه، کنڊ ۽ ٻئي ڪرياڻي جي سامان سان پري چڏيائين. حويليءَ جو جيڪو حصو ٽوڙايو هٽائين اُن مان جيڪي شهتير، دريون دروازا ۽ ٻيو لڪڙيءَ جو سامان نڪتو هو اُن کي ڏارائي ڇيرائي ڍير ڪري رکيائين. اِها لڪڙي چلهه ٻارڻ جي ڪم اچڻ لڳي. گاسليٽ جو وڏو ڪنسٽر ڀرائي رکيائين. بندوق جا ڪارتوس ٻه - ٽي بڪسا گهرائي رکيائين. گهر جو جيترو سامان هفتي ۾ خرچ ٿيندو هو، اوترو آٽي رکندو هو. ڪپڙا ٻه پنهنجا ۽ شانتيءَ جا پنج-پنج وڳا سبرائي چڏيائين. جنهن کي پنهنجون گايون مينهون وڪيون هٽائين اُهو صبوح شام ضرورت جيترو کير ڏيئي ويندوس هوس.

سورجمل من ۾ پرڻ ڪري چڏيو هو ته جيئڻ مرڻ اِتي ئي. پنهنجي جنم ڀومي چڏي ڪيڏانهن ٻه نه ويندو. شانتيءَ ٻه پتيءَ جو پاڇو ٿي رهڻ جو محڪم اِرادو ڪري چڏيو هو. پُٽ اچڻ لاءِ لکندا رهندا هين. اُنهن کي آسري ۾ رکندا ايندا هئا. ليڪن وڃڻ جو ڪوئي اِرادو نه هين. وقت ٻه وقت ڪوئي نه ڪوئي پُٽ اچي ملي ويندو هين ۽ حالي-احوالي ٿي ويندو هين.

وقت گذرندو رهيو. حالتون ڏينهون ڏينهن خراب ٿينديون ويون. آخر جناح جو ضد پورو ٿيو. پاڪستان وجود ۾ آيو. اڌ بنگال، اڌ پنجاب ۽ پوري سنڌ پاڪستان جي حصي ۾ آئي. لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي. پارت مان جيڪي مهاجر سنڌ ۾ آيا هئا، هندن جون ملڪيتون هٿ ڪرڻ لاءِ هندن جي مٿان حملا ڪرڻ لڳا. هندن ۾ هِراس ڦهلجي ويو. هندو پنهنجون ملڪيتون چڏي جان جي سلامتيءَ لاءِ پارت وڃڻ لڳا. ڏني باز نيتائون هندن جي جان مال جي رکيا ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا. پاڻ ٻه راڄ جو سُکه پوڳڻ لاءِ حڪومت ۾ حصو وصول ڪرڻ لاءِ پارت پڳا.

ٻالوُ گيرواريءَ جي غلامي ته قبول ڪئي هئي. مگر ساڃهن ۽ وڏن

ساهرن جي غلاميءَ کان عاجز اچي چڪو هو. ٻالوءَ جا ساهرا، وڏا ساهرا پراپرٽي وڪڻڻ ۾ لڳا پيا هئا. خريدار ڪوئي هئو ڪونه. مهاجر اِن تاڙ ۾ لڳا پيا هئا تہ هندو ڀڄن تہ سندن زمين جائداد تي قبضو ڪن. ٻالوءَ ڪي ڪائي جائداد وڪڻڻ لاءِ هئي نہ. مڪان بہ ڪرائي جو هيس. هوُ پارٽ وڃڻ لاءِ تيار وينو هو.

ڪانگريس جو هڪ نيتا، سکر ميونسپالٽيءَ جو چيئرمين هو. سو پنهنجي ڪٽنب پريوار ۽ مِتن مائٽن سوڌو لڏڻ لاءِ تيار ٿيو. حيدرآباد مان بہ بوگيون بوڪ ڪرايون هئائين. ٻالوءَ جي ساڻس واقفيت هئي. ٻالوءَ جي عرض ڪرڻ تي کيس پنهنجي گروپ ۾ شامل ڪيائين. ر

وڃڻ کان اڳ ٻالوُ نئوندير ي ويو. ماءُ پيءُ جي پيرن تي ڪري معافي ورتائين. ڪين گڏ پارٽ هلڻ لاءِ زور پريائين پر سورجمل صاف منع ڪيس. شانتيءَ چيس، ”رتنا کي ڏيڻ لاءِ ڪجهہ نہ بچيو آهي. سڀ سون تنهنجي پاڇائين کي ورهائي ڏيئي ڇڏيو، فقط هيءَ نٿ بچي آهي، اِها ئي ڏيانءِ ٿي.“

ٻالوءَ پيرن تي هٿ رکي چيس، ”امڙ توهان جي آسيس ئي گنج آهي. پنهنجي سُهاڳہ جي نشاني نہ لاهيو.“

سورجمل پنهنجي قميص جا سونا بٽڻ، ڪف لنڪ ۽ مُنديون لاهي زوريءَ ٻالوءَ کي ڏنيون. هزار رپيا روڪ بہ ڏنائينس. سمجهيائين تہ هاڻي وقت اچي پڳو آهي. پاڻ وٽ ڪجهہ بہ رکڻ بيڪار آهي. ٻالوءَ ڪارتوس جا بہ بڪسا ۽ جي. بي. منگهارام جي بسڪوٽن جو هڪ ڪوڪو سورجمل جي قدمن ۾ رکيو. پيءُ ماءُ کي پيري پيئي موڪلائي واپس سکر روانو ٿيو.

نيتا گهنشيامداس جي رسوخ ۽ ڪجهہ دان دڪشڻا جي ڪري سندس ٻن بوگين جي نالي ماتر تلاشي ٿي. سڀ ياتري مال متاع سميت پاڪستان جي حد پار ڪري صحي سلامت پارٽ پوميءَ ۾ پالي مارواڙ پهتا. مڏيہ پارٽ جو ڪانگريسي نيتا شري ڪنعيالال مهتا گهنشيامداس

جو واقفڪار هو. تنهن ڪيس اُڄين ضلع جي تحصيل بڙنگر ۾ اچڻ جي نينڊ ڏني هيس. سندن رهڻ لاءِ لڪيسرا بلڊنگ ۽ شانتي نڪيتن بئي حويلي نما وڏيون بلڊنگون ۽ ٻيون گهٽيون پاڙي تي ونئي رکيون هيون.

ٻه ڏينهن پالي مارواڙ ۾ گهاري ٽرين رستي وايا چتوڙ گڙهه سڄو ڪنبو بڙنگر پهتو. گهنشيامداس پنهنجي پوري ايال سميت لڪيسرا بلڊنگ ۾ وڃي رهيو. ڪجهه عزيز ۽ ٻالومل ڪٽنب سميت شانتي نڪيتن ۾ رهيا. باقي جيڪي ٻچيا سي ٻه پنهنجي ضرورت ۽ سهوليت سان ڪرائي جا مڪان ونئي وڃي ٽانئيڪا ٿيا.

ٻالچند نالي جي مل حصي مان چند سڏائڻ لڳو هو. پُٽ جو نالو ٻه لعلچند رکيو هئائين، طيءِ ڪيو ته هاڻي نوڪري ناهي ڪرڻي چاهي ها ته بڙنگر پالڪا ۾ سولائيءَ سان نوڪري ملي وڃيس ها، پر هن ڏنڊو ڪرڻ جو ٺي من ٻڌايو. سڪر ۾ فري ٽائيم ۾ رتنا جي ماروت جي ميهار جي دڪان تي وڃي ويهندو هو. ڏنڊي جي ڄاڻ تي ويئي هيس. سو ميهار جو ڏنڊو ڪرڻ جو ٺي من ٻڌايائين. بڙنگر ننڍي جڳهه هئي. اُتي گنجائش گهٽ سمجهه ۾ آيس. وڏن شهرن ۾ بڙنگر جي ويجهو ٻه شهر هئا. اُڄين ۽ اِندور. اِندور اُڄين کان وڏو شهر هو. ٻالچند اِندور ۾ ٺي وسڻ جو فيصلو ڪيو. بڙنگر ۾ رهندي هفتي ڪن ۾ ٺي هندي ٻولي سمجهڻ لڳو هو. ٽٽي ڦٽي هندي ڳالهائڻ ٻه ايندي هيس.

هڪ ڏينهن تيار ٿي صبوح جو سادي اٺين بجي واريءَ ٽرين ۾ اِندور روانو ٿي ويو. ٽرين ۾ ٺي مسافرن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ مان پتو پيس ته اِسٽيشن کان ست-اٺ منٽن جي پيدل رستي تي راڻيپورا ڪٽلري ۽ جنرل واپار جو هول سيل مارڪيٽ هو. اِسٽيشن تي پهچي پنڌ پنڌ راڻيپورا پهتو. پنڌ-پنڌ ٺي هڪ سري کان ٻئي سري تائين راڻيپورا گهمي آيو. ڪيترا ٺي دڪان بند مليس. وچ بازار ۾ هڪ دڪان پسند آيس. اُن جي مالڪ جو پتو ڪري اُن سان پڳڙي ۽ ڪرايو (مسواڙ) طيءِ ڪري ڪيس بيانو ڏيئي آيو. دڪان جي مالڪ جو ٺي هڪ مڪان سڪ مُهلي ۾ هئو.

راڻيپورا جي قريب ئي هو. مڪان مالڪ سان گڏ وڃي مڪان ڏنائين. مڪان پسند آيس. ڪرايو (مسواڙ) طيءِ ڪيائينس. اُن جو بہ بيانو ڏنائينس. اُهو جنوري ۱۹۴۸ جو آخري هفتو هو. ڪرايو پهرين فيبروريءَ کان لاڳو ٿيس. تيستائين مڪان مالڪ کي چيائين تہ مڪان دڪان جي صاف صفائي ۽ رنگہ روغن ڪرائي ڇڏي. شام جو ڇهين بجي واريءَ ٽرين ۾ واپس وريو. شام جو انين بجي بڙنگر پهتو. ٽانگي ۾ ويهي گهر روانو ٿيو.

نئونديري مان سڀ هندو لڏي ويا هئا. اڪيلو سورجمل سگهڙو رهيو پيو هو. هاڻي تہ ڏينهن ڏني جو بہ گهر مان نڪرڻ خطري کان خالي نہ هيس. ريلوي اِسٽيشن هئڻ سبب ۽ سوين هندو پريوارن جي لڏي وڃڻ سبب ڪيترائي مهاجر نئونديري ۾ اچي وسيا هئا.

سورجمل جو سمورو راشن ختم ٿي چڪو هو. ٻالوءَ جي آندل بسڪوٽن تي گذر بسر ٿي رهيو هين. مهاجرن کي اِن ڳالهہ جو ملال هو تہ اڪيلو ڪافر اڃا تائين ڇو رهيو پيو آهي. اُن کي ڌيڄاري هيسائي ڀڄائي سندس گهر تي قبضو ڪرڻ ٿي چاهيائون. هڪ ڏينهن ڪجهہ مهاجر سورجمل جي گهر ٻاهران گڏ ٿي نعرا لڳائڻ لڳا. سورجمل بندوق لوڊ ڪري ڪٽي آيو. اِنتظار ڪرڻ لڳو تہ مهاجر اڳرائي ڪن تہ فاير ڪري. مهاجر ڪجهہ دير نعريبازي ڪري هليا ويا.

واپس وڃي صلاح مصلحت ڪيائون، نعريبازيءَ جو سورجمل تي ڪوئي اثر نہ ٿيو هو. طيءِ ڪيائون تہ حملو ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪوئي اُپاءُ نہ آهي. طيءِ ڪيائون تہ جمع ڏينهن نماز جي وقت سڀ گڏ ٿيندا. پوءِ گڏجي حملو ڪندا.

سورجمل زال کي چيو- ”هاڻي ڏينهن پُڳا آهن. جٽ جلد ئي وري حملو ڪندا. مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي.“ سورجمل هيئنئين حصي مان گهر جي ٻيءَ ماڙي تي پهچي ويو. کٽ بسترا، ڪپڙا ۽ ٻيو ضروري سامان بچيل ڪانيون، گاسليٽ جو ٽين، ماچيس، بندوق، ڪارتوس سڀ

متي ڪٽي ويو. سورجمل مقابلي جي لاءِ پوريءَ طرح تيار هو. رات جو ٻه چوڪس رهڻ لڳو.

جمع ڏينهن منجهند جو مهاجر نماز ڪانپوءِ سورجمل جي گهر جي ٻاهر پهچي نعريبازي ڪرڻ لڳا. سورجمل سِرَ جون آهون لاهي خود ئي اڳرائي ڪرڻ جي سوچي لوڊ ٿيل بندوق تاڻي نشانو ساڌي ٽريگر دٻايائين. گولي هڪ مهاجر جو سينو چيري پار ٿي ويئي. مهاجر اِن حملي لاءِ تيار نہ هئا. هو لنيئُ تلوارن سان ليس ٿي آيا هئا.

سورجمل فاير ڪندو رهيو. مهاجر ڀيڙ جي ڪري زد ۾ هئا. گولي ڪنهن نہ ڪنهن کي لڳي ٿي. مهاجرن ڪهاڙيءَ سان دروازو ڀڃڻ شروع ڪيو. دروازو مضبوط هو. سوَلو ٽٽڻ وارو نہ هو. سورجمل لڳاتار فاير ڪندو رهيو. ڪوئي نہ ڪوئي مهاجر مرندو رهيو.

مهاجرن جون منيون مُنجهي ويون. ڪجهہ سوچي ٽاڻي تي ويا. اُتان بندوقون ۽ اَسلحو لُٽي ڪٽي آيا. اينريءَ دير ۾ سورجمل درين دروازن، هنڌن، ڪپڙن تي ڪانئين جي ڍير تي پنهنجي ۽ زال جي ڪپڙن تي گاسليٽ هاري جلي مرڻ جي تياري ڪري ڇڏي. شانتيءَ کي چيائين، ”تون ٻاهہ جي چر سهي نہ سگهندينءَ. هڪ گولي تنهنجي لاءِ بچائيندس. سوَلو موٽ ٿيندءِ.“

شانتيءَ چيس- ”آءٌ پارتيہ ناري آهيان. جوهر ڪرڻ اسان کي وراثت ۾ مليو آهي. مون تي گولي خرچ ڪرڻ بجاءِ هڪ وڌيڪ دشمن کي مارجو.“

سورجمل شانتيءَ کي کٽ تي بسترې تي ويهي رهڻ لاءِ چيو. شانتيءَ چيس، ”ويهي رهڻ بجاءِ توهان جنهن وقت چوندءُ آءٌ گهر کي ٻاهہ لڳائڻ شروع ڪنديس. توهان آخر تائين مقابلو ڪندا رهجو.“

مهاجر هٿيارن سان ليس ٿي موٽي آيا. اچڻ سان فاير ڪرڻ شروع ڪيائون. سورجمل اوٽ ۾ هو. جڏهن ڪِ مهاجر سورجمل جي نشاني تي هئا. مهاجرن جون گوليون بيڪار وڃڻ لڳيون. سورجمل جي هر گولي

ڪنهن نہ ڪنهن چٽ جي ٻلي وني رهي هئي.

چٽ هڪ ٻئي جي ڪُلهن تي چڙهي پِٽ ٽپي اندر گُهسڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. سورجمل وٽ فقط ٻہ ڪارتوس بچيا هئا. شانتيءَ کي ٻاهہ لڳائڻ لاءِ چيائين. شانتيءَ ٻاهہ لڳائڻ شروع ڪئي. سُڪل ڪانيون وري گاسليٽ ۾ پُسيل جلد ئي ٻاهہ پڪڙي ورتائون. ڏسندي-ڏسندي ٻاهہ جون لپٽون اُٿڻ لڳيون. هڪ چٽ پِٽ ٽپڻ چاهي. سورجمل ڪيس نشانو بڻايو. گهر کي لڳل ٻاهہ ڏسي مهاجر مُنجهي پيا. سوچڻ لڳا ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ سندن هٿان مرڻ بجاءِ ڪافر خود ئي موت کي گلي لڳائي رهيو آهي. سڀ هڪ هنڌ گڏ ٿي ويچار ڪرڻ لڳا. مفت ۾ ماڻهو مارايائون. هٿ ڪجهہ بہ لڳو نہ هين.

مهاجرن جو ليڊر پيڙ ڪان الڳ بيٺو هو. سورجمل آخري بچيل ڪارتوس سان اُن ليڊر کي نشانو بڻايو. پوءِ وڃي شانتيءَ سميت جلندڙ بستري تي ويٺو. شانتيءَ جو مٿو پنهنجي چوڙي سيني ۾ لڪايائين. خوشي-خوشي سان پنهنجو سيس جنم ڀوميءَ تان قربان ڪيائون.

گهٽنا جي جاچ لاءِ خود ڪليڪٽر، پوليس ڪپتان موقعا-اي-واردات تي آيا. پنو ڪري رتيديري مان سورجمل جي ڪنهن ڏوراهين مائٽ کي پوليس پهري گهرائي سورجمل ۽ شانتي ديويءَ جون هانيون گڏ ڪرائي پروان لاءِ حوالي ڪيائون. اُهو سڃڻ سڪر وڃي سنڌو نديءَ ۾ هانيون پروان ڪري ڪرياڪرم ڪرائي آيو. تار رستي سورجمل ۽ شانتيءَ جي موت جي خبر ڪلومل کي موڪليائين. سڄي پريوار ۾ دک جي لهر ڇانئجي ويئي. ڪلومل اِنڊور ٻالوءَ کي خبر ڪئي. هوُ بہ بروقت احمدآباد روانو ٿي ويو. سيني پُٽن گڏجي ماءُ پيءُ جي پڳڙي رسم پوري ڪئي. ٻہ پائر پنڊ پرائڻ هردوار ويا. ٻارهي جي رسم [illegible] مرڪو مڃاڻي روايت موجب ڪيائون. جن مٿن مائٽن جي جاڙ [illegible] سيني کي اِطلاع ڏيئي گُهرايائون. پوري سڪ شرڌا سان رسم [illegible] ڏنائون. گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ رکائي ٻارهي تي ڀوڳ [illegible] برهمڻ کان پنڊ

دان، هوَن ۽ پترا ميل جي رسم پوري ڪرائي ڪيس پوڄن ڪرائي، اَن دان وستر دان ۽ دان دڪشا ڏيئي روانو ڪياڻون. پائي صاحبن کي پڻ پوڄن ڪرائي وستر ۽ دڪشڻا ڏيئي گرو صاحب کي روانو ڪياڻون. اُن ڪانپوءِ آيل سنگت، متن مائٽن ۽ گهر جي ڀاتين لنگر ورتايو. مهمان روانا ٿيندا ويا. ڪجهه ڏينهن ڪٽنب سان گڏ رهي ٻالچند به پريوار سميت اِندور روانو ٿي ويو.

ٻالچند پنهنجي ڌنڌي کي وڌائيندو ويو. سيمي هول سيل مان هول سيل ڪيائين. اڪيلو هو، ڏيري-ڏيري آئٽم گهٽائيندو ويو. ايجنسي لائين ۾ وڏيڪ دلچسپي وني ٽوٽل ڪم بل سان ڪرڻ لڳو. گهڻي مغز ماري نه هيس. دڪان ٽائيم ٽيبل سان کولڻ بند ڪرڻ لڳو. لالوءَ جي پڙهائي تي به ڌيان ڏيڻ لڳو.

١٩٥٠ ۾ پنور ڪوٺا روڊ تي سنڌي ڪالوني ٺهي. ٽوٽل سنڌين جي بستي. لائين ۾ هڪ جهڙيون، هڪ جيتريون بئرڪون. ٻالچند جو من ته ٿيو سنڌين جي وچ ۾ وڃي رهي ليڪن بئرڪن جي ڪري من نه ٿيس. ڪجهه وقت ڪانپوءِ جئرامپور ڪالوني ٺهي. هڪ پلاٽ اُتي وني ڇڏيائين. لڳولڳ ڪانجو ڪالوني ڪٽي اُتي به هڪ پلاٽ ورتائين. ڇئي آني فوٽ ۾ پلسيڪر ڪالوني ڪٽي، اُتي به هڪ وڏو پلاٽ ورتائين. پنهجي بچت پلاٽن ۾ سيڙائيندو رهيو.

جڏهن ڪالونيون وسڻ لڳيون ته پلسيڪر ڪالونيءَ ۾ هڪ شاندار بنگلو ٺهرايائين. گرهه پرويش جي موقعي تي احمدآباد سڄي ڪٽنب کي سڏ ڏنائين. لڳ ڀڳ سڄو ڪٽنب آيس. سنڌس ساهرا مائٽ به آيس. ٻه-ٽي ڏينهن ميلو متو پيو هيس. آخر هر ڪو پنهنجي ماڳ وريو.

هاڻي ٻالچند جي ڳڻپ شهر جي رئيس طبقي ۾ ٿيڻ لڳي. ڄاڻ سڃاڻ ياري دوستي به وڌيس. رتنا به پنهنجون ساهيڙيون سنڌون ناهي ڇڏيون.

مل ڀائر ماءُ پيءُ جي ورسي هر سال سڪ شرڌا سان ملهائيندا هئا.

بالچند بہ سگھڙو اِن موقعي تي احمدآباد ويندو هو. ٽي ڏينهن اُتي رهندو هو. اکنڊ پاٺ جي آرنڀ کان پوءِ ڀنڊاري تائين اُتي رهندو هو. اِن کان علاوہ بہ ڪوئي ڪارج هوندو هو تہ پائرن وٽ حاضري ضرور پريندو هو.

هڪ سال ورسيءَ جي موقعي تي پائرن گڏجي فيصلو ڪيو تہ جلد ئي ماءُ پيءُ جي ياد ۾ ڌرمشالا ٺهرائيندا.

١٩٥٦ ۾ ڀارت سرڪار اويکيو پراپرٽي ريهيبليٽيشن ائڪٽ پاس ڪيو. اِن قانون مطابق جيڪي مسلمان پنهنجون پراپرٽيون ڇڏي پاڪستان ويا هئا، اُهي پراپرٽيون ڪسٽوڊين جي حوالي ڪيون ويون. جيڪي هندو پنهنجون پراپرٽيون پاڪستان ۾ ڇڏي آيا هئا اُنهن کي معاوضي لاءِ ڪليم ڀرڻ لاءِ چيو ويو.

ڪيندر سرڪار ۾ ’پنرواس منتراليہ‘ نالي سان هڪ الڳ کاتو کوليو ويو. سنڌ ۾ جيڪي مختيارڪار، سپروائيزر ۽ تپيدار هئا اُنهن کي نوڪريءَ ۾ رکيو ويو. جيٺومل سيٺومل کي بہ نوڪري ملي ويئي. سنڌ ۾ ڪيل نوڪري بہ سندن نوڪريءَ ۾ شامل ڪئي ويئي. پروايڊنٽ فنڊ ۽ پينشن جو فائدو بہ ملين.

ٻنهين پائرن کي احمدآباد ڇڏي دهليءَ وڃي رهڻو پيو.

پيءُ ماءُ جي ورسيءَ جي موقعي تي سڀ پائر گڏ ٿيا. ڪليم جي باري ۾ صلاح ڪيائون. سيني جو رايو اِهو ٿي هو تہ پراپرٽي ڇڏي ٿي نہ آيا هئا تہ ڪليم ڇو ڀرين؟ حويلي ضرور هين پر اُن ۾ تہ سندن ماتا-پتا رهيا پيا هئا. اُهي حويلي ڇڏي ڀارت آيا ئي نہ تہ اُن جو ڪليم ڀرڻ غيرواجبي هو. سيني يڪراءِ فيصلو ڪيو تہ ڪوئي ڪليم نہ ڀريو ويندو.

اِڳتي هلي ڪليم بحال ٿيا. ڪليم ۾ سنڌين کي پراپرٽيون الاٽ ٿيڻ لڳيون. گهٽي پاٽي پراپرٽيون ننڍين ننڍين ڳوٺن ۾ هيون. جني ڪير وڃڻ لاءِ تيار نہ هو. ضرورتمند سنڌي پنهنجا ڪليم وڪڻڻ لڳا. ڪليم جو اگهہ وڃي اڌين آني تي پهتو.

مل ياڻرن کي احمدآباد جي هڪ ٻاهرين علائقي ۾ هڪ زبون حالت ۾ اويڪيو پراپرٽيءَ جو پتو لڳو. اڳتي هلي اُتي وسنوَ ٽيڻ جي پوري پڪي اُميد هئي. ڪافي وڏو پلاٽ هو. ڪليم خريد ڪري، ائگريمينٽ ڪري آنارني پاور ڪلومل جي نالي سان ونئي اُها پراپرٽي الاٽ ڪرايائون. سند ملڻ تي، شانتي ديوي سورجمل جي نالي سان ٽرسٽ ٺاهي پراپرٽي ٽرسٽ جي نالي ٽرانسفر ڪري ڇڏيائون.

احمدآباد جي سنڌين هائوسنگ سوسائٽي ٺاهي اُن علائقي ۾ وڏو پلاٽ خريد ڪري نئين بستيءَ ۾ اڏاوت شروع ڪئي. مل ياڻرن بہ اُتي ورتل پلاٽ تي شانتي ديوي سورجمل ڌرمشالا جي اڏاوت شروع ڪرائي. ٻاهران دڪان ٺهرايائون. گيٽ جي اندر ڪليل جڳهہ تي گول گهيري ۾ شانتي ديوي ۽ سورجمل جا سنگمرمر جا پُتلا لڳارايائون. هڪ طرف آفيس ۽ ڪجهہ ڪمرا. ٻئي طرف ڪجهہ ڪمرا، پاڻيءَ جا نل، ليٽرن باٿروم. آفيس واري آخري حصي ۾ ڪچن، آخر ۾ وڏو هال.

ٻيءَ منزل تي اِسٽور روم، ڪمرا، ڪي ليٽ باٿ اٽيچ، ڪي سادا.

بستي ڇٽي وسي ويئي تہ ڌرمشالا بہ ٺهي راس ٿي. ماءُ پيءُ جي ورسيءَ جي موقعي تي ڌرمشالا ۾ ئي اکنڊ پاٺ رکيائون. سيني مٽن- مائٽن، سيٺن سڄڻن کي بہ گهرائي اُتي رهايائون. صبوح شام ستسنگ پڄن ڪيرتن آرتي پرساد. ٽيئي ڏينهن ڌوم ڌام رهي. پوڳ ۽ پنداري ۾ بستيءَ وارن کي سڏ ڏنائون. سڪ شرڌا ۽ ڌوم ڌام سان اُتسو پورو ٿيو. مٽ مائٽ بہ موڪلائي ماڳ وريا. ٻالچند بہ اِندور موٽ ڪاڏي.

شانتيءَ جون ست نونهر پڙهڻ لکڻ ۾ ڪوريون هيون ليڪن هيون سياڻيون سيبتيون. سنسڪاروان، گڻوان. نهنيون، سهنشيل. رتنا چار اکر پڙهي هئي. سکر جي شهري هوا بہ ڪاڏي هئائين. شادي ڪري آئي تہ پاڻ کي سيني کان سياڻو سيبتو سمجهندي هئي جڻ تہ انڌن ۾ ڪاڻي راڻي هئي، سوچيندي هئي سيني کي جُهڪائي گهر تي راڄ ڪندي. رتنا جي پهرين ڪوشش ئي مُغالتا دور ڪري ڇڏيس. سورجمل جي

هڪ رڙ ساهه سُڪائي ڇڏيس. سندس حالت پڃري ۾ بند پکيءَ جهڙي
ٿي ويئي. پڃري جو پکي پر تہ ڦڙڦڙائيندو آهي مگر اُڏامي نہ سگهندو
آهي. رتنا بہ پڃري مان نڪرڻ لاءِ آندي ماندي هئي. آخر آزاد ٿيڻ جو
وجهہ مليس. پيڪن سندس موڪل گهري، موڪل منظور ٿيس. پهريون
دفعو گهوٽ سوڌي پيڪي ويئي. سيني کان اِئين موڪلايائين ڄڻ سدا
لاءِ موڪلائي رهي هئي.

ٿيو بہ اِئين رتنا ماڳہ موٽڻ بجاءِ سکر جو رخ ڪيو. ٻالوءَ کي پلوَ سان
ٻڌي، ساڻ وٺي ويئي. هميشهہ لاءِ مائٽن کان دور ڪري ڇڏيائينس. پر
هانوَ ۾ پيل رهنڊون ميسار جيون نہ هيس. اُميد رکي ويٺي هئي تہ سندس
ٻين ڏيرائين ۾ بہ بغاوت ڦهلبي. سڀ الڳہ الڳہ ٿي ويندا. پريوار ٽڙي
پکڙي ويندو ليڪن اِئين نہ ٿيو. سورجمل خود ئي پُٽن کي الڳہ الڳہ
ڪمن ۾ لڳائي ڌار پار ڪري ڇڏيو. مگر پريوار جو ايڪو قائم رهيو.
اُتي بہ رتنا جي منصوبي تي پاڻي ڦري ويو. اندر ۾ وڍ پوڻ لڳس. چاهي
پيئي ڪنهن سان زوردار جهيڳڙو ڪري، هانءُ هلڪو ڪري، مگر جهيڳڙو
ڪري تہ ڪنهن سان ڪري. ناناڻن مان بہ ڀرپور پيار ڏُلار ملندو هوس.
ٻاڙو بہ من محبت وارو. ٻالو سندس ٻڌو ٻانهو، ڪڏهن بہ ناراض ٿيڻ جو
موقعو نہ ڏنو هئائينس. اندر جي ڄر ڪيس ئي ساڙڻ لڳندي هئي. قيد
مان آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ بہ خوشي نہ مليس.

هندستان ۾ اچڻ ڪانپوءِ بہ ڪڏهن غُبار ڪڍڻ جو موقعو نہ مليس.
احمدآباد بہ ويندي هئي تہ ڏيرائيون ڏير ساهہ صدقي ويندا هئس.
گريوتي ٿي پورن ڏينهن سان ٿي تہ وڏي ڏيرائيءَ اچي ماءُ وانگر سار-
سنڀال لڌس. پُٽ ڄائس تہ سڄو پريوار گڏ ٿيو. خوب شادمانا ڪيائون.
ڌوم ڌام سان ڇٺي ملهايائون. نالو رکيائونس لعل، لالو، لعلچند. لڪن جو
لعل پائي رتنا جو من ممتا سان ڀرجي ويو. پُراڻيون سڀ ڳالهيون وساري
ويٺي.

لالوءَ جي پرورش ڪنهن راجڪمار وانگر ٿيڻ لڳي. سندس سار-سنڀال

لاءِ آيا رکي ويئي. رانديڪن جا ڍير لڳي ويس. ان سڀ جي باوجود لالو شانت سڀاءُ جو هو. گهٽ روئندو هو. اڪيلو مان ميٽ ۾ سُمهيو پيو هوندو هو. رتنا پنهنجي ڪم ڪار ۾ لڳي پيئي هوندي هئي. بالچند پنهنجي ڌنڌي ۾ مگن. آيا رتنا کي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندي هئي.

وقت گذرڻ لڳو. لالو بہ اُسرڻ لڳو. ويهڻ سکيو، پانيرا پائڻ سکيو. بيهڻ پنڌ ڪرڻ سکيو. ٻن سالن جو ٿيو تہ جلد ئي نرسريءَ ۾ موڪليائونس. اُتي بہ چُپ چُپ رهندو هو. ٽيچر جيڪو ڪجهہ سيکاريندي هيس، اُن تي ڌيان ڏيندو هو.

هڪ هفتي ڪانپوءِ نرسريءَ ۾ هڪ ڇوڪري پرتي ٿي نالو هيس خوشي. لالوءَ خوشيءَ سان گڏ ڳالهائڻ ۽ کيڏڻ شروع ڪيو. خوشي بہ کيڏڻ پسند ڪندي هئي. نرسريءَ کان نڪري ايمرالڊ هائيٽس ۾ ڪي. جيءَ ۾ ائڊميشن ورتائون. اُتي بہ خوشي ۽ لالو هڪ ئي ڪلاس ۾ هئا. ساڳيءَ بس ۾ اِسڪول ويندا هئا، ڇهہ، ساڍا ڇهہ ڪلاڪن جو سنگہ سات رهندو هون. هڪ ٻئي جي برٿ ڊي تي هڪ ٻئي جي گهر ايندا ويندا هئا. دوستي ٻارن جي وچ ۾ هئي. وڏا اُن ۾ شامل نہ ٿيا.

ٻہ سال لالو ۽ خوشي گڏ پڙهيا. خوشيءَ جو پيءُ بئنڪ مئنيجر هو. سندس بدلي ناگپور ٿي ويئي. خوشي لالوءَ کي ڇڏي ناگپور هلي ويئي. ڪجهہ ڏينهن لالو مايوس رهيو. وري اڳي وانگر چُپ رهڻ لڳو.

ٻئي سال لالوءَ جي ڪلاس ۾ جوهي نالي ڇوڪري آئي. ٻنهين جي وچ ۾ دوستي ٿي ويئي. اِها دوستي ڪجهہ جٽادار رهي. انهين درجي تائين ٻئي گڏ پڙهيا، گڏ رهيا، اٺ درجا پاس ڪري جوهي اِسڪول بدلائي ڇڏيو. ٻنهين جو سنگہ سات ڇُٽي ويو. لالوءَ کي ڪوئي ملال نہ ٿيو. سوچيائين ٻي ڪا دوست ملي ويندي.

راڪيءَ تي لالوءَ جي ڪائي سؤٽ اِندور اچي لالوءَ کي راکي ٻڌي ويندي هئي يا لالو احمدآباد وڃي راکي ٻڌائي ايندو هو. وڏو ڪٽنب احمدآباد ۾ هو اِنڪري اڪثر لالو ئي احمدآباد ويندو هو. اِسڪول جي موڪلن ۾ بہ

احمدآباد وچي ڪينترا ڏينهن ڪل خوشيءَ ۾ وقت ڪاٽي ايندو هو. ڪٽنب پريوار سان جُڙيل رهڻ جو پڻ احساس ٿيندو هوس. پنهنجا آخر پنهنجا ٿيندا آهن. نائين درجي ۾ ويو ته ذميواريءَ جو احساس ٿيس. موڪلن ۾ دڪان تي وڃي پيءُ جو ٻانهن ٻيلي ٿيڻ لڳو. ٻالچند کي خوشي ٿي. لالو ڏنڌي ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. اِها ٻه خاطري ٿيس ته لالو ڪينتري ٻه پڙهائي ڪري نوڪري نه ڪندو، ڌنڌو ئي ڪندو.

نائين درجي ۾ هڪ امير گهر جي ڇوڪري ريتا لالوءَ جي ڪلاس ۾ آئي. ڇوڪري ڪلندڙ سڀاءَ جي لاغرض ۽ لاپرواهه هئي. اِسڪول ۾ پنهنجي ڪار ۾ ايندي هئي. حالانڪ ڪار هلائڻ جي عمر نه هيس. نه ئي ڪار هلائڻ جو لائيسنس هيس. ڪار هلائيندي ٻه تيز رفتار سان هئي. رفتار ئي ريتا جي زندگي هئي.

لالوءَ جهڙو سنجيدهه طبيعت وارو شخص، سو ٻه ريتا ڏانهن مائل ٿيو. ٻنهين جي پاڻ ۾ دوستي ٿي ويئي. اڪثر ٻنهين جو وقت گڏ گذرڻ لڳو. پڪچر تي گڏ وڃڻ، گڏجي سئر-سپاٽا، ڪلاس ۾ چاهي ڪلاس کان ٻاهر گهڻو وقت ٻئي گڏ گذاريندا هئا. پئسي جي پرواهه نه لالوءَ کي هئي نه ريتا کي. سندن دوستن کي لڳندو هو، ٻئي هڪ ٻئي جي لاءِ ٺهيا آهن. ضرور ٻئي اڳتي هلي شاديءَ جي ٻنڌن ۾ ٻڌجي ويندا. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، ٻنهين جي دوستي گهري ٿيندي ويئي.

هڪ ڏينهن نچائڻ واري اچانڪ هڪ ڪنپٽليءَ جي ڏور ڪينچي ورتي. ريتا جي ڪار کي هڪ ٽرڪ پنيان زوردار ٽڪر هنيو، ريتا جي ڪار اُڇلي وڃي اڳيان ويندڙ ڪار سان ٽڪرائي. ريتا ائڪسيڊنٽ ۾ رتوڇاڻ ٿي ويئي. جيستائين ميڊيڪل ائڊ مليس اُن کان اڳ ئي پراڻ پکيئڙو اُڏامي ويس. امير پيءُ جي ڌيءُ هئڻ جو خميازو ريتا کي ڀوڳڻو پيو. ڪچيءَ عمر ۾ ڪار هلائڻ لاءِ مليس. جوش ۽ جنون، رفتار ۽ مستيءَ جي قيمت جان ڏيئي چڪائڻي پيس.

ريتا جي موت جو صدمو لالوءَ لاءِ برداشت کان ٻاهر هو. ڪينترا ڏينهن

تہ پاڻ کي ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيائين. نہ کاڌي-پيتي جي چنتا نہ نيٽن ۾ ننڊ. اکين ۾ ريتا جي صورت سمايل، پل-پل ريتا جا پوُر پيا پونس. گهر کان ٻاهر نڪرڻ ئي بند ڪري ڇڏيائين. پڙهائيءَ مان ئي من اُچاٽ ٿي ويس. پڙهائي ڇڏي ڏنائين.

ٻالچند لالوءَ کي سندس حال تي ڇڏي ڏنو. سوچيائين وقت ئي زخم ڀري ڇڏيندس. رتنا ۾ نہ ايتري سمجهہ هئي نہ صبر. جيترو لالوءَ کي سمجهائڻ جي ڪوشش پئي ڪري اوترو ئي لالو پريشان رهڻ لڳو.

آخر رتنا بہ ٿڪجي هارجي کيس سندس حال تي ڇڏي ڏنو. هڪ ڏينهن لالوُ پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلو ويٺو هو. ڪنهن گهر ۾ ريڊيو تي هڪ گيت وڄي رهيو هو. هوا ۾ ترندو گيت جو آواز لالوءَ جي ڪنن تائين پهچي رهيو هو. گيت جي ٻولن لالوءَ جو ڌيان ڇڪايو. گيت جا ٻول هئا: ”اتنا هي اُپڪار سمجهلي، جنتا ڪوئي ساٿ نڀائي، ڪوئي نہ سنگہ مري، من ري ڪاهي نہ ڌير ڌري.“

گيت جا ٻول لالوءَ جي دل ۾ گهرائيءَ تائين سمائجي ويا. سوچڻ لڳو، هي پيار-وفا، دکہ درد سڀ بيڪار آهي. منهنجي ريتا سان ايتري محبت هئي. اڪيلي هلي وئي، آءٌ ساڻس گڏ مري سگهيس؟ هي دکہ فريب آهي، دوکو آهي. پاڻ سان ئي ڇل ڪپٽ آهي. جيترو سنگہ ساٿ هو، رهيو. هوءَ پنهنجي زندگي جي هلي وئي مونکي پنهنجي زندگي جيئڻي ئي پوندي. پوءِ هيءُ دکہ سڪہ ڇا لاءِ؟

لالوُ جلد ئي نارمل ٿي ويو. روٽين زندگي شروع ڪيائين. اِسڪول وڃڻ شروع ڪيائين. پوري ڌيان سان پڙهائي ڪرڻ لڳو. ليڪن وري نہ ڪنهن سان دوستي ڪيائين، نہ ڪنهن ڇوڪريءَ سان نہ ڪنهن ڇوڪري سان. گهڻن ئي دوستيءَ جو هٿ وڌايس. پر ڪنهن جو بہ هٿ نہ جهليائين.

اِسڪولي پڙهائي پوري ڪري ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. نہ سائنس سبجيڪٽ ڪنيائين نہ ڪامرس. آرٽس ئي ڪنيائي. نوڪري ڪرڻي نہ هيس. لٽريچر روح کي راحت ڏيڻ لڳس. هندي ساهتيہ سان وڌيڪ لڳاءُ

ٿيس. هنديءَ جي ڪوين ۾ مهاڪوي سوريڪانت ترپاٺي ’’نرالا‘‘. نرالا واقعي ئي سيني کان نرالو هو خوددار، لاطمع ڪڏهن ڪنهن اڳيان جهولي نہ ڦهلايائين. ڪير اِنعام اڪرام آڇيندا هئس تہ بہ منهن ڦيري ڇڏيندو هو. جئہ شنڪر پرساد، سُمترانندن پنت. پنت جو قدرت جي گود ۾ هماليہ جي ترائيءَ ۾ الموڙا جي پرسان ڪاسونيءَ ۾ جنم ٿيو هوس. هوُ قدرت جو چتيرو هو. پنهنجي ڪويتائن ۾ قدرت جي سونهن جا عڪس اُڪيريندو هو. ٻيا بہ ڪيترا ڪوي هئا. دنڪر، مهاديوي ورما، ماکٹلعل چترويدي. ڪهاڻي ناولس ۾ ڪرشنچندر، ڀڳوتي چرن ورما، اُپندرناٿ عشق، اُستاد اُپنياسڪار منشي پريمچند، يشپال ساهني.

جيترو لٽريچر پڙهي پيو، اوتري پياس وڌندي ٿي ويس. ڪمرو ڪتابن سان ڀريو پيو هوندو هوس. ڪتابن سان دوستي ڳنڍي ڇڏيائين.

احمدآباد جا سڀ سؤٽ سؤٽيون سنڌي لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. جڏهن احمدآباد ويندو هو تہ وڏو سؤٽ جيرام ڪيس سنڌي لکڻ پڙهڻ سيکاريندو هو. ڳالهائڻ تہ ايندي هئس. گهر ۾ ماءُ پيءُ سان سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهائيندو هو. سنڌيءَ جا وڏا اکر پڙهي ويندو هو. ٿوري لکي بہ سگهندو هو.

جيرام سان فون تي ڳالهائڻ ٿيندو رهندو هوس. اُن کي چئي احمدآباد مان نڪرندڙ مکيہ سنڌي اخبارون روزاني چاهي هفتيوار گهرائي پڙهڻ لڳو. سنڌيءَ جي پرئڪٽس وڌڻ لڳس. پوءِ ناول شاعريءَ جا مجموعا گهرائي پڙهڻ لڳو.

بي. اي. پاس ڪرڻ تائين پڙهڻ سان لڳاءُ قائم رهيس. اُن ڪانپوءِ پورو ڌيان ڌنڌي ۾ ڏيڻ لڳو.

ٻالچند رتنا جي تعبيداريءَ کان گهٽو اڳہ آزاد ٿي ويو هو. سڄو ڏينهن دڪان تي. واپس اچي حساب ڪتاب سڌو ڪندو هو. رتنا کي چئي ڇڏيو هئائين پاڻ ۽ للوُ روٽي کائي ڇڏيندا ڪن. سندس رسوئي پروسي، ڍڪي اوطاق ۾ رکي ويندي ڪري.

حساب ڪتاب کان نوڙت ٿي، ٽي. وي. چالو ڪري بوتل کولي پيئڻ

شروع ڪندو هو. ڏيري-ڏيري ڏک ڏک پري ٻہ-ٽي پيگہ پيئندو هو. اڌ منو ڪلاڪ ڊرنک ۾ لڳائيندو هو. پوءِ ٽي. وي. بند ڪري شانتيءَ سان روٽي کائيندو هو. رسوئي کائي ٻاهر چهل قدمي ڪرڻ ويندو هو. جيستائين موٽندو هو، تيستائين رتنا ننڍ جي آغوش ۾ پهچي ويندي هئي. ٻالچند اچي هڪ ڪنڊ وٺي ليٽي پوندو هو.

لالوُ تہ ماءُ جي ڪڏهن ويجهو ويو ئي نہ هو. هاڻي ٻالچند بہ رتنا کان ڪنارو ڪرڻ لڳو هو. مڙس ۽ پُٽ جي بي رخي رتنا جي اندر ۾ وڍ وجهندي هئي. ڪُڇڻ جو چارو نہ هوس. لالوُ اڳ ۾ ئي ريتا جي موُت جو صدمو برداشت ڪري چُڪو هو. ٻالچند کي بہ هاڻي ڪجهہ چئي نہ سگهندي هئي. پيڪا بہ جهڙا هيس تهڙا نہ هيس. دير سان سنڌ ڇڏڻ ڪري لُٽجي پٽجي پوريءَ طرح ڏتڙجي آيا هئا. رهيا بہ ڏورانهين پنڌ ڪولهاپور ۾ هئا. ماءُ پيءُ گذاري ويا هئس. ڀاءُ پنهنجي روزي-روٽيءَ ۾ ئي پريشان، ڀيڻ جي سُڌ ڪٿان لهي. رتنا پوريءَ طرح ٻالچند جي ڀناري هئي. هاڻي اُن سان پلئہ ڪيئن انڪائي. صبر جا ڍُڪ پيئي پريندي هئي.

لعلچند جي عمر شاديءَ لائق هئي. ماءُ پيءُ شاديءَ جي لاءِ زور ڀرڻ لڳس. ڪيتري چئہ چوا کانپوءِ لالوُ شاديءَ لاءِ تيار ٿيو. سندس پسند پڇيائون تہ چيائين، منهنجي ڪائي پسند نہ آهي، جنهن سان توهان چوندا آءٌ شادي ڪندس.

لالچند جي پنهنجي ڪائي چاهت نہ هئي. پنهنجي چاهت تہ ريتا جي موُت سان گڏ چڪناچوُر ٿي ويئي هيس. شادي پيءُ ماءُ جي خوشيءَ لاءِ ڪرڻ لاءِ هامي ڀري هئائين.

لالچند جون مائٽيون اچڻ لڳيون. رتنا ڪوئي نہ ڪوئي نقص ڪڍي رشتا موٽائڻ لڳي. لالوءَ کي ڪائي جلدي نہ هئي. آخر ٻالچند جي دخل ڏيڻ تي ڀوپال ۾ لعل جو رشتو طيءِ ٿيو.

رتنا بيحد خوش هئي ورهين جي سندس دبيل خواهش روپ ڇمائڻ

جي، حڪم هلائڻ جي جلد پوري ٿيڻ واري هئي. رتنا چاهائين ٿي سس نونهن جي وچ ۾ بالچند نہ ايندو. لعل بہ بيگانو رهندو. ان ڪري هوُ بہ زال جي طرفداري نہ ڪندو. رتنا جيئن چاهيندي، تيئن ٿيندو. نونهن کي پوريءَ طرح مُٺ ۾ دبائي رکندي.

لال جي مئينز جو نالو ڊالي هو. سندس پيءُ روپچند زوچلاڻي بلڊر هو. اريرا ڪالونيءَ ۾ رهندا هئا. نالي ۽ رتبي واري پارٽي هئي.

بالچند مٽٽي جي پارٽي اِندور ۾ رکي. احمدآباد ۽ دهليءَ مان سموري ڪٽنب پريوار کي گهرايائين. مٽٽي جي پنيان ئي شادي هئي. رتنا بہ پنهنجي پاءُ کي پريوار سميت گهرايو. ناناڻن مان بہ ڪجهہ مائٽ آيس. ڌوم ڌام سان شادي ٿي گذري. ڪجهہ ڏينهن رهي مٽ مائٽ بہ پنهنجي ماڳہ ويا.

رتنا جيڪي سوچي رکيو هو تہ نونهن کي مُٺ ۾ ڪري رکندي ۽ مٿس حڪم هلائيندي سي سندس سپنا چڪناچوُر ٿي ويا. ڊالي وڏي گهر جي ڌيءُ هئي، پڙهيل ڳڙهيل هئي. بيحد خوبصورت پڻ هئي. رتنا ڊاليءَ جي مقابلي اٹويهہ تہ ڇا چوڏهن بہ نہ هئي.

رتنا هيڻ پاونا جي چپيٽ ۾ اچي ويئي. ڊچٽو ماڻهو زور زور سان واڪا ڪري چلائيندو آهي. هين پاونا گرست ماڻهو حملاور بڻجي ويندو آهي. بي مطلب، بي وقت جهڳڙا ڪندو رهندو آهي. رتنا بہ بيوجهہ ڊاليءَ سان اُلجهڻ لڳي. هر ڳالهہ ۾ ٽوڪبازي، بيوجهہ ڊاليءَ تي ڇنڊ ڪڍي ڪيس ذليل ڪرڻ. ڊالي نئين هئي، ان ڳالهہ جو سوچ هيس تہ جهڳڙو ڪرڻ سان سندس پيڪن جو نالو خراب نہ ٿئي، اِنڪري ماٺ ميٺ ۾ سڀ برداشت ڪندي هئي.

رتنا ڊاليءَ جي چپ رهڻ کي سندس ڪمزوري سمجهي ڪيس وڌيڪ ستائڻ، پريشان ۽ ذليل ڪرڻ لڳي. سهڻ جي بہ هڪ حد ٿيندي آهي. رتنا حد کي پار ڪري ويئي. ڊالي بہ لحاظ ڇڏي سامهون پوڻ لڳس.

چوڻي آهي وڙهن شير، لتاڙجن بوٽا. ٻن شيرڻين جي ويڙهہ ۾ لوئجڻ

لڳو لالوءَ ماءُ ۽ زال جي جهيڙي ۾ غير طرفدار رهندو هو. تہ بہ بيوجهہ ڪيس جهيڙي ۾ گهيليو ويندو هو. ماءُ چوندي هيس، ”کهڙيءَ باهہ جي ڳچ ڪي وئي آئين مونکي آزارڻ لاءِ.“

زال چوندي هيس، ”خبر هجي ها تہ انپڙهہ، جاهل، جهيڙي خور سس سان واسطو پوندو تہ آءٌ مور نہ هن گهر ۾ اچانَ ها.“

رتنا چوندي، ”نو مهنا پيٽ ۾ سانڍيومانءِ، پالي نپائي وڏو ڪيومانءِ ان لاءِ تہ تنهنجي جوءِ جا طعنا تنڪا سهان؟ تون ويهي تماشو ڏس، ڪجهہ چويس نہ؟“

ڊاليءَ جي شڪايت، ”تنهنجي پروسي ماءُ پيءُ ڪٽنب پريوار ڇڏي آيس، اِن لاءِ نہ تہ تون ماءُ جي ڏنڊي ۽ ڏاڍ کان منهنجي رکشا نہ ڪر؟ مونکي اُن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏي؟“

لال جي حالت اَهڙي ٿيڻ لڳي جهڙي ڄُنڊ جي ٻن پُڙن وچ ۾ اَن جي داڻي جي. وڃي تہ ڪيڏانهن وڃي؟ ڪنهن کي چوي ڪنهن کي سمجهائي؟ ڪير هو ڪيس ٻُڌڻ وارو؟ هتي تہ ٻئي فقط ٻُڌائڻ واريون هيون. لعل من ۾ پڇتائڻ لڳو ناحق شادي ڪيائين.

روز جو جهيڙو، روز جي ڪِل ڪِل گهپي. گهر چڻ تہ آکاڙو بڻجي ويو. جهيڙي جي هلندي هلندي سيز فاير جي گنجائش بڻجي ويئي. ڊالي گريوتي تي ويئي. رتنا جي وهنوار ۾ اچانڪ تبديل اچي ويئي. ڊاليءَ جي پوري سار-سنڀال لهڻ لڳي. ڊاليءَ جي مٿان ساهہ صدقي وڃڻ لڳي. ڏاڏي جو بڻجڻ واري هئي.

جهيڙو بند ٿيڻ سان ڊاليءَ سامت جو ساهہ کنيو. لال بہ ٻن ٻوهن ۾ اچڻ کان فلحال تہ بچي ويو. باوجود ڏندي مان پلي رٽاير نہ ٿيو هو، ليڪن گهر جي لڙائي جهيڙي کان رٽاير مينٽ وٺي ڇڏي هئائين.

رتنا ڊاليءَ جو اِئين خيال رکڻ لڳي، جيئن ماءُ ڌيءَ جو رکندي آهي. ڊاليءَ جي کاڌ-خوراڪ جو، آرام جو پورو ڌيان رکڻ لڳي. ڊاليءَ کي ڊاڪٽرن، دوائن جي حوالي ڪرڻ بجاءِ پنهنجي نگهبانيءَ ۾ رکيائين.

وڏڙن کان مليل سکيا جو اِستعمال ڪرڻ لڳي.

ڊاليءَ بہ رتنا جي بدليل رخ جو جواب بہ اَهڙي ئي نموني ڏنو. خود کي پوريءَ طرح سس جي حوالي ڪري ڇڏيائين. سندس هر آگيا جو پالن پوري من سان ڪرڻ لڳي. ڪيس پورو آدر ماڻ ڏيڻ لڳي.

هڪ ڏينهن ٻالچند ءَ لالوُ اوطاق ۾ اڪيلا ويٺا هئا. ٻالچند پُٽ کي چيو- ”گهر ۾ ڪيتري نہ شانتي لڳي پيئي آهي. دل کي ڪيترو نہ سڪون ٿو ملي.“ لعل چيس، ”ڊئڊي اِها ٿوري وقت جي سيز فاير آهي. جيئن ئي ٻار جنم وٺندو. ٿوري ئي وقت ۾ لڙائي شروع ٿي ويندي.“

ٻالچند چيس- ”تون چاهين تہ سيز فاير پرمننٽ ٿي سگهي ٿي.“

لعل پڇيس، ”ڊئڊي، آءٌ ڇا ٿو ڪري سگهان؟“

ٻالچند- ”ويري سمپل، جيئن ئي لڙائي شروع ٿيڻ جو امڪان ٿئي، ٻئي ٻار جي تياري ڪري ڇڏ.“

لعل حيرانيءَ مان پيءُ ڏانهن نهاريندي چيو- ”ڊئڊي، نہ آءٌ ڏاڏي سائين جهڙو آهيان نہ ئي ڊالي ڏاڏي صاحب جهڙي.“

ٻالچند- ”ڇو نہ ٿا ٿي سگهو، ڪهڙيءَ ڳالهہ جي ڪمي آهي؟ ڪاڌ خوراڪ، سيوا ٽهل سڀ ڪجهہ تہ اَهڙو ٿي سگهي ٿو؟“

لعل- ”ڊئڊي، مڃان ٿو سڀ ڪجهہ اَهڙو ٿي سگهي ٿو ليڪن وقت بدلجي ويو آهي، سوچ بدلجي ويو آهي، اُن کي توهان بہ پيڙهيون پوئتي ڪيئن ٿا موٽائي سگهو؟“

ٻالچند سوچ ۾ پئجي ويو. لڳس لعل ٺيڪ چئي رهيو هو.

وقت تي ڊاليءَ گلاب جي گُل جهڙي سندر ٻار کي جنم ڏنو. ڏاڏي نالو ئي گلاب رکيس. سڀ خوش هئا، بيحد خوش. ليڪن لعل جي من ۾ ڪائي خوشي نہ هئي. سوچڻ لڳو. هيءَ خوشي، هيءَ شانتي ٿوري وقت جي آهي. جلد ئي سس ننهن ۾ وجود جي لڙائي شروع ٿي ويندي. ان لڙائيءَ جو ٻالڪ جي نازڪ من تي ڇا اثر ٿيندو! ڇا گلاب جو بہ ساڳيو حشر ٿيندو، جهڙو سندس ٿي رهيو آهي؟

ڊالي بہ لڙاڪو سپاءُ جي ٿي ويئي آهي. جهڙي ممي. جڏهن گلاب وڏو ٿيندو، شادي ڪندو ڊالي سس بڻبي، عادت کان مجبور ننهن سان جهڳڙڻ شروع ڪندي. ننهن وٽان اَهڙي ئي موٽ ملندس جهڙي پاڻ ممي ءَ کي ڏيئي رهي آهي. گاب جي بہ اَهڙي گت ٿيندي جهڙي منهنجي ٿي رهي آهي. مون وانگر ٻن پُڙن جي وچ ۾ پيسجندو رهندو.

زائغون اينٽريون جهڳڙالو ڇو ٿيون ٿين؟ جهڳڙي جا جيوڙا ڇا سندن خون ۾ آهن؟ اگر اِهو سچ آهي تہ پوءِ سڀ زائغون ڇو نہ ٿيون جهڳڙن؟ منهنجو چاچيون بہ تہ آهن نہ؟ اَمان شانتي ديوي تہ ساڪشات شانتيءَ جي ديوي هئي.

ڊالي بہ شروع ۾ اِئين ڪٿي هئي؟ شانت، سمجهدار، وڏن جو آدر ڪرڻ واري. ڊاليءَ جي اُگر روپ ڌارڻ ڪرڻ جي وجهہ ممي آهي؟ مميءَ جي غيرواجبي ڇڙٻون، دٻون سهي-سهي ڊالي بہ صبر وڃائي ويٺي ءَ سِرَ جو جواب پٿر سان ڏيڻ لڳي. سِرَ ءَ پٿر جي ضد ۾ آءٌ ئي تہ رهيو آهيان. زخمي تہ منهنجو دل جگر ٿيندو رهيو آهي. منهنجي باري ۾ تہ ڪنهن سوچيو ئي نہ آهي. ممي سمجهندي آهي- تہ آءٌ زال جو ڳيجهو آهيان، ڊالي سوچيندي آهي تہ آءٌ ماءُ جو مريد آهيان. آءٌ ڇا آهيان؟ ڪپاتر پُٽ؟ غير ذميوار پتي؟ يا بدنصيب اِنسان؟

ممي بہ تہ اَهڙي نہ هئي. ڇا اِنڪري اَهڙي ٿي ويئي جو ڊئڊيءَ تَوَجو ڏيڻ بند ڪيس. پاڻ کي اڪيلو، اَسُرڪشت ءَ اُپيڪشت سمجهڻ لڳي؟ ڊالي اِنڪري ايگريَسوِ ٿي ويئي جو مون ڪيس سپورٽ نہ ڪيو، جيڪو مونکي ڪرڻ کپندو هو؟ لڳي ٿو آءٌ ناقابل اِنسان آهيان نہ سنو پُٽ ٿي سگهيس، نہ سنو پتي. سنو پريمي بہ ڪٿي ٿي سگهيس؟ ڪنهن سان بہ تہ نينهن جو ناتو نہ نباهي سگهيس.

آءٌ اگر شادي نہ ڪريان ها تہ گهر ڪروڪيشتر نہ بڻجي وڃي ها. ڇا منهنجي لاءِ شادي ڪرڻ ضروري هئي؟ ڪهڙو ڇاهہ ورتو آهي مون گرهست جيون ۾؟ بيدليو ٿي تہ ناتو نباهيو آهي ڊاليءَ سان. ڪيئن

چوان تہ گلاب اسان جي پيار جي نشاني آهي؟ مون ڌاليءَ سان پيار ڪيو ئي ڪٿي آهہ؟ دل ۾ پيار جو چشمو تہ ريتا جي مؤت سان ئي سُڪي خشڪ ٿي ويو هو.

ريتا منهنجو پهريون ۽ آخري پيار هئي. اڄ بہ دل جي تهہ ۾ ريتا موجود آهي. آءٌ ريتا کي ڪٿي وساري سگهيو آهيان؟ مونکي قبول ڪرڻ گهرجي تہ مون ڌاليءَ سان دغا ڪئي آهي. جيڪو سندس اڌڪار هو. ان کان کيس محرُوم رکيو آهي. سچ پڇ آءٌ نفرت جي قابلِ انسان آهيان. آءٌ پنهنجي ڪئي جي سزا ڀوڳي رهيو آهيان تہ آءٌ سنو پُٽ آهيان نہ سنو پتي. سنو پتا بڻجي سگهندس؟ گلاب کي گهربل پيار، گهربل خوشنما ماحول ڏيئي سگهندس؟ ڏيئي سگهان ٿو. ان لاءِ مونکي پيءُ ماءُ کان الڳہ ٿي، الڳہ گهر گرهست وسائڻو پوندو. ڪري سگهندس؟ شايد نہ. آءٌ ايترو بولڊ نہ آهيان. نرڻيہ ڪرڻ جي مون ۾ توفيق نہ آهي.

رتنا پوٽي ۾ مگن هئي. ٻار کي سوُٽ (مالش) ڏيڻ، سنتي ڦڪي ڏيڻ، لولي ڏئي سُمهارڻ. لولي ٻوليءَ جو منتر ٿيندي آهي، ٻار جڏهن ڳالهائڻ سکندو آهي تہ پنهنجي ماترڀاشا ڳالهائيندو آهي. اِهو لوليءَ جو اثر هوندو آهي.

لولي، جنهن جي هڪ هڪ سِٽ ۾ ممتا هوندي آهي، دعا هوندي آهي، سنسڪار هوندا آهن. ٻار جي سُکہ سلامتيءَ جي ڪامنا هوندي آهي. ٻار جي روشن آئيندهہ جي منگل ڪامنا هوندي آهي.

اڄ ڪٿي آهي لولي؟ ماءُ ڏاڏي لولي ڏيڻ ئي نٿي ڄاڻي، ٻار ڪٿان ماتر ڀاشا ڳالهائڻ سکندو؟ رتنا ڪڏهن سوچڻ لڳندي هئي- آءٌ جهڳڙالو ڇو ٿيس؟ نہ منهنجي سس اَهڙي هئي، نہ منهنجون ڏيراڻيون. ڌالي بہ تہ نهٺي نماڻي هئي. جهڳڙي لاءِ مون ئي تہ کيس آمادهہ ڪيو. سهي بہ ڪيترو سهي ها؟ آخر تہ موت ڏيڻي هيس. بيگناهہ لعل کي ڪيترو نہ سهڻو پيو آهي. ٻن پُڙن جي وچ ويچارو پيسجندو رهيو آهي. من ۾ خوشي ئي نہ اٿس. اُگهہ ئي ريتا جي صدمي جهوري رکيو هيس.

روز روز جو جهڳڙو، گهر جي سک شانتي ٿي گم ٿي ويئي هئي. بس گهٽو ٿيو، هاڻي ڪوئي جهيڙو جهٽو نہ. مان چُپ رهندس تہ گهر ۾ شانتي بڻي رهندي. گهر ۾ خوشيون ئي خوشيون هونديون. مالڪ جو تور ڏنو آهي. گُل جي ڪلڪارين سان گهر پئي گونجيو. سندس توتلي ٻولي من کي موهنديَ رهندي.

ڊالي پنهنجي ليکي سوچيندي هئي. مالڪ ڪري گهر ۾ مٺ محبتءِ شانتي بڻي رهي. هاڻي آءٌ ڪڏهن سس جي سامهون نہ پونديس. ڇا هڻ حاصل ٿيو آهي جهڳڙي مان؟ سڀ ڪان وڏيڪ تہ هنن کي سهٽو پيو آهي. آءٌ بہ ڪيتري نہ مورکہ آهيان. بيگناهہ پتيءَ کي لوئيندي رهيس. ڪيترو نہ مان ميٺ ۾ سهندا رهيا آهن. هنن جي جڳهہ تي ٻيو ڪوئي هجي هہ تہ ڌڪو ڏيئي گهر ڪان ٻاهر ڦٽي ڪري ها. ڇا ڪري سگهان ها مان؟ منهنجون اينتريون خطائون هوندي بہ مون سان وڙ ڪيو اٿائين. منهنجي گود ڀري منهنجي ناريتوَ کي پورڻتا ڏني اٿائين. منهنجو هردو ممتا سان ڀرجي ويو آهي. اڄ ڪانپوءِ وري ڪڏهن جهڳڙو نہ.

گهر جا سڀ ڀاتي پنهنجي پنهنجي ليکي سوچي رهيا هئا. لعل ٿي سوچي رهيو هو تہ سس ننهن جي لڙائي بند ڪرڻ وقتي ڳالهہ آهي. وري جڏهن ٻنهين جا سوارٿ ٽڪرائبا. لڙائي شروع ٿي ويندي. ٿيو بہ اِئين.

رتنا پنهنجي ممتا گُل مٿان لُٽائيندي سوچيندي هئي تہ ''نہ مڙس پنهنجو ٿيو نہ پُٽ. آءٌ پوٽي کي پنهنجو بڻائينديس. هڪ پل پاڻ ڪان پري نہ ڪنديمانس.''

ڊاليءَ کي لڳڻ لڳو- ''سَسُ مُڙس کي تہ منهنجو ٿيڻ نہ ڏنو. هاڻي منهنجي ڪليجي جو ٽُڪر بہ مونکان ڦُرڻ ٿي چاهي. سڄو ڏينهن پاڻ وٽ ٿي رکيس، مون وٽ اچڻ ئي نٿي ڏئيس. گُل منهنجو آهي. صرف منهنجو.''

ڊاليءَ جي من جي شنڪا ئي جهڳڙي جو ڪارڻ بڻي. هاڻي هوءَ گُل کي گهٽو تڻو پاڻ وٽ رکڻ لڳي. رتنا اچا ڪٽي مس ويندس تہ ڪنهن نہ

ڪنهن بهاني واپس ڪٽي ويندس. رتنا ڏاليءَ جي ورتاءَ کي سمجهي نہ سگهي، جڏهن سمجهيائين تہ تن من کي باهہ لڳي ويس. چئہ آکہ، ٽوڪا ٽوڪي آخر جهيڙي جو روپ ڌارڻ لڳي. وري اُهي ئي لاٽون، اُهي ئي چُڪهہ. وري لالوُ بن پُڙن جي وچ ۾.

لال بہ سهي آخر ڪيترو سهي. آخر بچاءُ جو رستو ڳولهي ڪڍيائين. نيرن ڪائي دڪان تي ويندو هو تہ دير رات جو موٽندو هو. منجهند ۽ رات جي روٽيءَ جو ٽفن گهرائي دڪان تي کائيندو هو.

گهر واپس اچي بئٺڪ ۾ وڃي در بند ڪري حساب ڪتاب سڌو ڪندو. مُرادي ملائيندو. پوءِ ڪوئي ڪتاب کڻي اڌ رات تائين پڙهندو رهندو. ڏالي دل ۾ پڃري سڃي ڏينهن جي ٽڪي ماندي سُمهي پوندي، اُن کان پوءِ لال ڪمري ۾ ويندو. پاسو وٺي چُپ چاپ سمهي پوندو هو. صبوح جو سويل اُٿي هٿ منهن ڌوئي مارننگ واڪ تي ويندو. واپس اچي اخبار پڙهندو، اخبار پوري ڪري اُٿي شيوَ ڪندو، سنان ڪري پوڃا پاٺ ڪري ناشتي جي لاءِ ڏائننگ ٽيبل تي ايندو. اڌ پيٽ نيرن سان پريندو، اڌ پيٽ ڏاليءَ جي زهر ٻڏل ويڻن سان پري اُٿي ڪڙو ٿيندو ۽ دڪان تي روانو ٿي ويندو.

ڏالي لال جي بيرخيءَ تي سڙي پڃري رکہ ٿيندي. وڃي پوءِ سس مان غُبار ڪڍندي هئي. پهريائين رتنا حملاور هوندي هئي ڏالي بچاءُ ۾، هاڻي ڏالي حملاور هوندي هئي رتنا بچاءُ ۾. وقت هردم هڪ جهڙو نہ هوندو آهي. ڪلهہ وقت رتنا جو هو، اڄ ڏاليءَ جو آهي. ڏالي اڳيون پويون حساب چُڪتو ڪرڻ ۾ ڪائي ڪسر نہ ڇڏيندي هئي.

رتنا بدلو چُڪائڻ جو بيو رستو اختيار ڪيو. ڳُل کي تہ سنيالڻ بند ڪيائين. گهر جي ڪم ڏي بہ ڌيان ڏيڻ بند ڪري ڇڏيائين. ڏاليءَ جي پريشاني وڌي ويئي. گهر سنيالي يا ٻار؟ ڪري ڪري ساٽي ٿي پوندي هئي. اندر جي باهہ رتنا مان ڪڍندي هئي رتنا ٻڌو اڻٻڌو ڪري ڪنن ۾ ڪپهہ وجهي ڇڏيندي هئي. وار خالي ويندو ڏسي ڏالي اڳوپوءِ

پڄري رکي تي ويندي هئي.

هڪ ڏينهن ڪم واري مائي دير سان آئي ته اُن کي ڊاليءَ زوردار ڌمال ڪئي. مائي ماٺهين ٿي ڪم ڇڏي هلي ويس. ڊاليءَ ڪپڙا ڌُئائي رکيا هئا. پاڻ کي ڏوئڻا پيس. ڪجهه دير اڳ ئي اڃا باسڻن جا ڍڳ ملي ڌوئي ڪنيا هئائين. اڃا ٻهاري پوچو، چند ڦوڪ باقي هيس. منجهند جي روٽي به ڪرڻي هيس.

گُل زور زور سان روئي رهيو هو. شايد ٻُک لڳي هيس يا ڇيڙي آلي ڪري ڇڏي هئائين. رتنا روئڻ ٻُڌي به ويئي رهي. آخر ڊالي ڪم اڌ ۾ ڇڏي اُٿي آئي. اچي به-ٽي چنبا معصوم گُل کي وهائي ڪڍيائين. گُل زور سان روئڻ لڳو. ڊاليءَ گُل جي ڇيڙي لاهي صاف ڪيس. ڪپڙا مٽائي ڇاتيءَ سان لڳائي، منهن چُميائينس. ٿڃ ڏيڻ جي ڪيائينس ته گُل منهن ڦيري ڇڏيو. سُڏڪا ڀري روئي روئي ننڊ اچي ويس. ڊاليءَ جي اکين مان زار زار نير وهڻ لڳو. گُل کي ڇاتيءَ سان لڳائي خود به ليٽي پيئي. ليٽي-ليٽي ڊاليءَ جي اک لڳي ويئي. جاڳي ته ڪافي دير ٿي چڪي هيس.

ڊاليءَ لعل کي فون ڪري چيو، لنچ بزار مان گهرائي کائجو. ٽفن نه موڪلي سگهنديس. لعل بنا سبب پڇڻ جي فون رکي ڇڏي. اُن ڏينهن پاڻ به ٻُک تي رهي، رتنا کي به ٻُکيو رکيائين. رات جو لعل دڪان تان موٽيو ته ايندي شرط ڊاليءَ چيس، ”مونکي ڀوپال ڇڏي اچ، آءٌ هاڻي هتي هڪ پل به نه رهنديس.“

لعل تلخيءَ مان چيس، ”تون ڪوئي ننڍڙو ٻار آهين جو آءٌ توکي ڇڏي اچان؟ جڏهن چاهين تڏهن وڃي سگهين ٿي.“

رتنا وچ ۾ ڪڏندي چيس، ”وڃ سدائين وڃ، ليڪن اسان جو گُل هتي اسان وٽ رهندو.“

ڊاليءَ منهن ڇبرو ڪندي چيس، ”گُل هتي رهندو، پنهنجي جائي کي سنڀال، منهنجو ڄڻيو مون سان گڏ ويندو.“

رتنا رڙ ڪري چيس، ”پيءُ جي گهران ڪٿي آئي هئينءَ ڳُل ڪي جو، توسان گڏ ويندو؟“

رتنا جا زهر ۾ ٻُڏل ٻول تير وانگر ڊاليءَ جي ڪليجي ۾ چُڀي ويا. منهن ڪولڻ واري هئي جو ٻالچند رتنا کي ڇڙٻ ڏيندي چيو، ”بدتميز عورت، ڪڏهن ته زبان تي ضابطو رکندي ڪر.“ ننهن ڏانهن مخاطب ٿي چيائينس، ”پُٽ، تون پريشان نه ٿي. آءٌ سياڻي ٿي ڳلاب لاءِ ڪائي آيا رکي ٿو ڏيانءِ. گهر جي ڪم لاءِ هڪ ٻجاءِ ٽي مايون رکه، ٽيئي ته هڪ مهل موڪل نه ڪنديون.“

رتنا منهن کي موڙو ڏيئي پنهنجي ڪمري ۾ هلي ويئي. ڊالي زهر جو ڍُڪ پِي چُپ رهي. فلحال سيز فاير ٿي ويئي.

سيز فاير جو اُنگهن ٿيندو رهيو. مگر زوردار جنگ نه ڇڙي. رتنا جڏهن مائين جي ڪم ۾ دخل اندازي ڪندي هئي ته ٻنهين ۾ نوڪ جهونڪ ٿيندي هئي. ان کي ٻئي ضروري سمجهنديون هيون، عادت پئجي ويئي هين. ان ڪانسواءِ ٻنهين کي روٽي هضم نه ٿيندي هئي نه ته گهر ۾ سناٽو ڇانيو پيو هوندو هو.

رات جو وقت هو، لعل اوطاق ۾ ويٺو هو، ٻالچند اوطاق ۾ آيو. اچي صوفا تي ويٺو. لعل ڪوئي ڪتاب پڙهي رهيو هو. پيءُ کي ڏسي ڪتاب رکي، پيءُ کي نهارڻ لڳو. ٻالچند پُٽ کي چيو، ”لعل، منهنجو ويچار آهي تون ڪنوارسان گڏ ڪجهه ڏينهن ڪيڏانهن گُهمي ڦري اچ.“

ڳُل چيس، ”ڊئڊي، بهتر ٿيندو توهان مميءَ سان گڏ تيرٿ ياترا تي هليا وڃو.“

ٻالچند چيس، ”مشڪل هلي، اِن هوندي به چئي ٿو ڏسانس.“

ڪجهه دير لعل سان ڳالهائي ٻولهائي ٻالچند پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. اُتي پلنگ تي ويهي رتنا کي چيائين، ”ٻُڌين ٿي؟“

”ٻُڌان ٿي، ٻوڙي ناهيان.“ رتنا هُڏيءَ مان چيس.

ٻالچند چيس، ”ڪجهه ڏينهن تيرٿ ياترا تي نڪري هلون، ڇا اَٿئي

ويچار؟“

رتنا مُنهن چِڊو ڪري چيس، ”ڪھڙا پاپ ڪيا آهن جو تيرٿ ياترا تي هلان؟ موڪلڻو ئي اٿئي تہ پنهنجي سڪيلڌي نونهن کي موڪل، گھر سرڳ بڻجي ويندو.“

ٻالچند چيس، ”جتي تون هوندينءَ، اُها جڳھ سرڳ بہ نرڳ بڻجي ويندي.“

رتنا منهن ڪولي، اُن ڪان اڳ ٻالچند منهن ڦيري سُمهي پيو. رتنا ڪيتري دير ٻول ٻڙائيندي رهي. ٻالچند ڪن ٻوساتي سُمهي پيو. رتنا بہ ليٽي پيئي. پر پئي ڪَروٽون بدليندي رهي. من ۾ آنڌ مانڌ هيس. سوچي رهي هئي اِشارن تي هلڻ وارو لعل پيءُ اچانڪ ڪيئن بدلجي ويو. اُن جي بدلجي وڃڻ سان ئي گھر جو چرخو بدلجي ويو آهي. هر ڪنهن جي سڌ سهڻي ٿي پوي، نہ تہ ڪنهن جي مجال هئي جو منهنجي سامهون پوي، مون سان زبان لڙائي. سوچڻ لڳي ناحق ڏارين سان گڏ اِنڊيا آيس، پنهنجن سان گڏ هجان ها تہ لعل پيءُ اِئين ڇڙواڳ نہ ٿي وڃي ها. ڪاريءَ تي پير پيو جو سندس چوڻ تي پنهنجا ڇڏي پراون سان گڏ هلي آيس. هاڻي پڇتائڻ مان ڇا ورندو؟ پنهنجي خطا جي سزا تہ ڀوڳڻي پوندي نہ؟

ٿي-ٿي مايون گھر ۾، آيا اڳہ. ڏاليءَ لاءِ وقت ڪاٽڻ مشڪل ٿي پيو. خالي دماغ شيطان جو گھر ٿيندو آهي. پيئي سوچيندي هئي ڪيئن ڪري سس سهري کي اڳہ رهڻ لاءِ مجبور ڪري يا خود ئي لعل کي اڳہ رهڻ لاءِ مڃائي.

پر ڏاليءَ جا پنهنجا منصوبا ريت جي محل وانگر ڊهي پوندا هئس. ڄاڻندي هئي، لعل اڳہ متيءَ جو نهيل آهي، سندس ڪائي ڳالھ نہ مڃيندو. سوچي-سوچي من رجي ايندو هوس.

ڏالي سوچيندي هئي، پرجي ڀاڳي گھر ۾ جنم ورتو، پري ڀاڳي گھر ۾ شادي ڪري آيس. پوءِ بہ خوشي ڇو نہ نصيب ٿي؟ ڇو زندگي نرڳہ

ٻڌجي ويئي؟

اڳ ۾ ته گهر ۾ لڙائي جهڳڙو به نه هو پوءِ به ڳُل پيءُ جو مون ڏانهن لاڙو ڇو نه هو؟ کهڙي ڪمي هئي مون ۾؟ جڏهن ڪان شادي ڪئي آهي پيار جي ٻن ٻولن لاءِ ترسي آهيان. اهڙو رُکو وهنوار ڇو اٿس مون سان؟ ڪٽي ڪنهن ٻيءَ سان؟ نه نه، اهڙو نه آهي. ڪڏهن به آوارا مڙدن وانگر گهر ڪان ٻاهر نه ٽڪيو آهي. ڪائي عادت به ته نه اٿس، نه شراب جي، نه سگريٽ جي، نه جوئا جي. شايد ٿي ڪڏهن ڪنهن زائفان ڏانهن اک کڻي نهاريو هونڊائين. جيڪو پنهنجي زال سان رُکو وهنوار ٿو ڪري، سو ٻين ڏي لاڙو ڪيئن ڪندو؟ آخر ڪهڙو ڏکُ اٿس؟ من ۾ ڇڻ ڪائي خوشي ئي نه اٿس. اِن اُڻ تڻ جي باوجود ٻاليءَ ڪڏهن لعل جي دل ۾ جهانڪڻ جي ضرورت نه سمجهي. ڪڏهن دل جي زخمن کي ڏسڻ، زخمن تي ملم لڳائڻ جي ڪوشش نه ڪيائين. اُلٽو زخم ڏيندي ئي رهيس. ٻالي فقط پنهنجي سُک، پنهنجي سوارٿ جي باري ۾ ئي سوچيندي رهندي هئي.

وقت سان گڏ ڳُل وڏڻ لڳو. پانيرا پائڻ سکيو ته ٽندڻ کي ٽڪاءُ ئي نه ايندو هو. پيو ڪمري ۾، هال ۾ ڦرندو رهندو هو. آيا پاڇي وانگر پٺي ڪڍ گهمندي هيس. ڏاڏيءَ جي ڪمري طرف ويندو هو ۽ ٻاليءَ جي نظر پئجي ويندي هيس ته ٻوڙي وڃي اُن طرف وڃڻ ڪان روڪيندي هيس. نظر نه پوندي هيس ته ڏاڏيءَ وٽ هليو ويندو هو. رتنا هنج ۾ کڻي چُميون ڏيندي هيس.

ٻاليءَ کي مرچ نه لڳن، اِهو سوچي خود ئي آيا کي سڏي کڻي وڃڻ لاءِ چوندي هيس. ٻار پيار جو ٻُکيو ٿيندو آهي. ڳُل هٿ کڻي ڏاڏيءَ ڏي وڃڻ چاهيندو هو، آيا زوريءَ ٻئي طرف کڻي ويندي هيس. آيا کي به خبر هئي ته ٻاليءَ کي ڳُل جو ڏاڏيءَ وٽ وڃڻ پسند نه هو.

رتنا جو ته هاڻي پيڪي وڃڻ نه برابر هو، ٻالي سال ۾ ٻه-ٽي دفعا ويندي هئي. ڪڏهن به پيڪن کي لڪا پوڻ نه ڏني هئائين ته من ۾ خوشي نه اٿس يا لعل جو ڏانهن رَوَئيو رُکائپ وارو آهي يا گهر ۾ ڪو

لڙائي جهيڙو ٿيندو رهندو اٿن.

گهر ۾ ٻاليءَ جو ڪوئي پيڪو مائٽ ايندو هو يا احمدآباد يا ٻئي ڪٿان ڪٽنبي ايندو هون تہ سس ننهن ويچا وساري ڪير ڪنڌ ٿي ويندڙيون هيون. ٻاهرين کي لکا پوڻ نہ ڏينديون هيون تہ دلين ۾ ڪات ڪهاڙا اٿن. سس ننهن دوهري زندگي جيئڻ جون عادي ٿي چُڪيون هيون. ريل لائيف کان بهتر ائڪٽنگہ ريئل لائيف ۾ ڪنديون هيون.

گُل پنڌ ڪرڻ سکيو تہ سندس وڏيڪ چوڪسي رکڻي پوندي هين. ٻاليءَ چاهي آيا کي ٻپ رهندو هو تہ گُل ڪڏهن گهر کان ٻاهر نڪري نہ وڃي. گُل اگر ڏاڏيءَ وٽ هليو ويندو هو تہ هاڻي ٻالي روڪيندي نہ هيس. گُل ٻاهر کان ڏاڏيءَ وٽ وڌيڪ محفوظ آهي، سوچيندي هئي، چوڪسي رکي بہ ڪيتري رکجي.

رتنا جي لاءِ بہ گُل وندر ۽ دل جو قرار هو. مور کان وياج وڌيڪ پيارو لڳندو آهي. مور تہ هاڻي مونٽو نہ هوس، وياج بہ مس مس ملڻ لڳو هوس، رتنا جي خوشي موٽي آئي. هاڻي هوءَ گهر جي ڪم ۾ بہ هاج هلائڻ لڳي.

ٻالي جوان هئي. دل جون تمنائون جوان هيس. جوان تہ لعل بہ هو. سندس حسرتون دٻيل ضرور هيون پر هيون تہ جوان. هاڻ گُل بہ ڏيڍ سال جو ٿي ويو هو. ٻاليءَ لعل کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ چاهيو تہ لعل آناڪاني ڪين ڪئي. ٻئي گرهست جو سکہ ماڻڻ لڳا. هڪ ٻئي جي ويجهڙائي وٺڻ لڳن. گهر ۾ لڳہ ڀڳہ شانتي هئي.

ٻالچند بہ هاڻي رتنا کي وقت ڏيڻ لڳو. سندس ضرورتن جو ڌيان رکڻ لڳو. مالڪ جي ڪرپا سان گهر واپار ۾ ڪنهن ڳالهہ جي ڪمي نہ هئي. ڪمي هئي تہ بس شانتيءَ جي، سا بہ هاڻي لڳو ٿي موٽي آئي هئي. ٻالچند جهولڻ کي هٿ جوڙي وينتي ڪندو هو تہ گهر ۾ شانتي ٻڻي رهي. رتنا ۽ ٻاليءَ جي تنل دل تي پيار جو ٿڌو ڇنڊو پيو هو. ساڙ پچ، وير ونجوگہ جي ڇٽنگہ فلهال تہ دٻجي ويئي هئي. پوريءَ طرح

وسامي نہ هئي. هوا ملڻ تي ڪنهن بہ وقت چٽنگہ پڙڪي اُٿڻ ۾ دير نہ ڪندي. بهرحال نہ رتنا جي نہ ئي وري ڏاليءَ جي اهڙي ڪائي خواهش هئي. مس مس دل کي قرار مليو هين. ان کي وڃائڻ ڪنهن بہ نٿي چاهيو.

گُل بہ سال پورا ڪري چڪو هو. ڏاليءَ جي مرضي گُل کي نرسريءَ ۾ داخل ڪرڻ جي هئي. رتنا چاهي پيئي گُل جي هيءَ کيڏڻ ڪائڻ جي عمر آهي. سندس نازڪ دماغ تي هاڻي ئي پڙهائيءَ جو بار نہ پوي. سرڪاري قانون موجب پنجن سالن جي عمر پوري ڪري پوءِ اِسڪول ۾ داخلا وٺي.

ڏاليءَ جو چوڻ هو، ”پڙهائيءَ جو ڍنگہ طريقو بدلجي ويو آهي. پُراڻي ڍري تي هلي بار موڳو متر تي ويندو. نئين طريقي جي پڙهائيءَ سان بار هوشيار ۽ سمارٽ ٿا بڻجن.

رتنا چوندي هيس، ”جلدي پڙهائي ڪري گُل ڪي کهڙي نوڪري ڪرڻي آهي. ابي ڏاڏي جو ڌنڌو اٿس، وڏو ٿي اُهو سنڀاليندو، پوءِ ڇو سندس نازڪ دماغ تي اينترو بوجهہ وجهون.“

بس ڍيل چٽنگہ کي پڙڪڻ جو موقعو ملي ويو. سس ننهن جو منهن سُڃي ويو. ٻنهي هڪ ٻئي ڏي پٺي ڪري ڇڏي.

هڪ ڏينهن ڏالي گهر جي پرسان هڪ نرسري اِسڪول ۾ گُل جي داخلا وٺي آئي. اِسڪول جي چپراسڻ روز گُل کي گهران وٺي ويندي هئي ۽ واپس ڇڏي ويندي هيس. گُل کي صبوح جو نوين ڪان سادي يارهين بجي تائين ڪل اڍائي ڪلاڪ نرسريءَ ۾ وڃڻو پوندو هو.

گُل ٻين ٻارن وانگر نہ روئندو هو، نہ کيڏندو هو. نهي سنيري اِسڪول هليو ويندو هو. اُتي ٻارن سان گڏ کيڏندو هو. ٽيچر جيڪي سيکاريندي هيس، سو سکڻ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ٽيچر سيکاري ڇڏيو هوس، سوُسوُ جو خيال ڏيندو هوس تہ ٽيچر کي اِشاري سان ٻُڌائيندو هو. ڪپڙا خراب نہ ڪندو هو. پنهنجي شانت سڀاءَ جي ڪري ٽيچر جو من

موهي ڇڏيو هئائين. هوءَ سندس وڏيڪ ئي خيال رکندي هئي ۽ کيس بيحد پيار ڪندي هئي.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اُن نرسريءَ ۾ باربي ڊال جهڙي خوبصورت بالڪي به اچڻ لڳي نالو هيس خوشبو. گُل خوشبو. خوشبو جو واس گُل ۾. گُل خوشبوءِ ڪانسواءِ ڪاغذ جي گُل مثل، دين دنيا کان بيخبر. اندروني لڳاوَ ٻنهين کي هڪ ٻئي طرف ڇڪيو. ٻنهين معصوم ٻارن جي دوستي ٿي ويئي. معصوم دوستي. بي داغ دوستي. ٻنهين جي دوستيءَ مان اسڪول جون ميم به خوش هيون ته ٻنهين ٻارن جا مائٽ پڻ. ناخوش هو ته فقط لعل.

لعل کي انديشو هو ته ڪٿي معصوم گُل جو به سندس جهڙو حشر نه ٿئي. سندس ٻاراڻي دوستي ته وقت سان گڏ ڇٽي ويئي. ڪوئي فرق نه پيو هيس. ليڪن ريتا جي دوستي ۽ پري جوانيءَ ۾ سندس دردناڪ مؤت کيس اَهڙو زخم ڏيئي ويو هو جو پرجڻ جو نه هو.

لعل گُل ۽ خوشبوءِ جي دوستيءَ سبب خوش ٿيڻ بجاءِ پريشان هو. لعل چاهي پيو گُل هر بلا کان محفوظ هجي. پر سندس وس ۾ ڇا هو؟

ماءُ پيءُ ٻار کي جنم ڏيندا آهن مگر ٻار جا ڀاڳ وڌاتا نه هوندا آهن. ٻار جي سُک سلامتيءَ جي ڪامنا ته ڪندا آهن، پر نه ڄاڻندا آهن ته ٻار جي نصيب ۾ ڇا آهي؟ قدرت ٻار سان ڪهڙو کيل رچائيندي؟ سُک ملندس يا دک؟

لعل گُل جو اِسڪول مٽڻ پيو چاهي، چاهي پيو گُل خوشبو هڪ ٻئي کان پري رهن. ٻنهين جي وچم گهرائپ نه وڌي ليڪن اِسڪول مٽڻ جي ڪنهن کي ڪهڙي وجهه ٻُڌائي. پنهنجا زخم ظاهر ڪرڻ نٿي چاهيائين، بيوجهه اِسڪول مٽڻ لاءِ ڊالي تيار نه ٿئي ها. آخر من کي ئي سمجهائڻو پيس. هٿ ڪٽي مالڪ کي گُل جي رکيا جي پرار ٿنا ڪيائين.

گُل خوشبو جو سنگ سات نرسريءَ تائين ئي نه رهيو. ٻنهين کي. جيءَ جي ائڊميشن ساڳئي اِسڪول ۾ ورتي. سيڪشن به ساڳيو ئي مليس.

ساڳيءَ ئي بس ۾ اِسڪول ايندا ويندا هئا. هاڻي ابتدائي ڪلاسن بجاءِ ساڍا ڇهه ڪلاڪ گڏ هوندا هئا. لنچ باڪس به گڏ کولي گڏجي کائيندا هئا.

وقت سان گڏ گُل خوشبو جي دوستي پڪي پُختي ٿيندي ويئي. گُل خوشبو لڳ ڀڳ ساڳيءَ عمر جا هئا. هاڻي هوُ ڏهين سال ۾ قدم رکي چڪا هئا ۽ پنجين درجي ۾ هئا. سندن پيار معصوم ئي هو. ٻنهين کي سنگ ساٿ سٺو لڳندو هو. هڪ ٻئي کانسواءِ ٻئي ويڳاڻا لڳندا هئا.

خوشبو جو پيءُ راجيش بزنيس مئن هو. هول سيل ڪپڙي جو ڌنڌو هوس سو سندن اِنڊور ڇڏي ٻئي هنڌ وڃڻ جو ڪوئي اِمڪان نه هو. گُل خوشبو جي دوستيءَ ۾ خلل پوڻ جو ڪوئي اِمڪان نه هو نه ئي هوُ چاهي پيو ته خوشبوُ گُل کان پري رهي. اِنڪري سندس اِسڪول مٽڻ جو به ڪوئي اِمڪان نه هو.

ٻئي ٻار نه فقط اِسڪول ٽائيم ۾ گڏ هوندا هئا بلڪ، وقت به وقت هڪ ٻئي جي گهر به ايندا ويندا هئا. مائٽن طرفان ڪائي روڪ ٽوڪ نه هين. ٻنهين ٻارن کي گڏ ڏسي سندن مائٽ خوش ٿيندا هئا.

لعل جڏهن به کين گڏ ڏسندو هو ته کين دل سان دعا ڪندو هو ته ٻنهين جي دوستي قائم رهي. ٻئي ٻار خوش رهن. مالڪ ڪنهن جو به وار ونگو نه ڪري. ٻئي گلاب جي گُل جيان سدائين ٽڙندا رهن ۽ دوستيءَ جي خوشبو ڦهلائيندا رهن.

گُل خوشبو هاڻي معصوم ٻار نه هئا. ڪشور اوستا ۾ قدم رکي چُڪا هئا. سندن دوستي به ٻچپن واري نادان دوستي نه هئي. اُن کان ڪجهه وڌيڪ به نه هئي جيڪا جوانيءَ ۾ هوندي آهي. ٻنهين جي معصوميت برقرار هئي. پر ٻنهين ۾ ڪشش وڌندي ٿي ويئي. ٻئي وڌيڪ وقت گڏ گذارڻ چاهيندا هئا. هوم ورڪ جي بهاني يا پروجيڪٽ ٺاهڻ جي بهاني ٻئي اڪثر وڌيڪ وقت گڏجي گذاريندا هئا.

آرتوار جو ڏينهن هو. ٻالچند منجهند جي ماني کائي وڃي آرامي

ٽيو هو. لعل اوطاق ۾ هو. گُل ٽي. وي. ڏسي رهيو هو. ڊالي سس کي رسوئي ڏيئي موٽ ڪاڏي. رتنا هڪ گرهه ياڇيءَ ۾ ٻوڙي وات ۾ وڌو مس تہ سُوسُوَ ڪري گرهه ٻاهر ڪڍي اُڇلايائين. رڙ ڪري چيائين، ”ڪاڏي گرهه وهه ڪري ڇڏيو اٿي. هيترا تيز مرچ مصالحه زبان ٽي سڙي.“

ڊاليءَ موٽ ڪائيندي چيس، ”مرچ ئي تہ آهن نہ؟ ڪوئي زهر تہ نہ ڏنومانءِ. اڇا تہ ڏندي ڏوٽي آهين، هڏ ويهڪي ڪونہ ويا اٿي. منهنجي هٿ جي روٽي نہ ٽي وڻئي تہ، خود رڌي پچائي ڪاءُ.“

رتنا هار مڃيندي چيس- ”منهنجي توسان پُڇڻ جي جاءِ ناهي، پنهنجي ننهن اَڇي حساب وٺندءِ.“

رتنا ڪُندس مان چيس، ”اڇا تہ گُل ڳڏ ۾ گتو پيو آهي، هاڻي ئي ٽي ننهن جا مهڻا ڏين، نہ مان تو وانگر بيدماغ بدمجاز آهيان، نہ ئي خوشبو اُڇايل سياوَ جي آهي.“

”مان بيدماغ، بدمجاز آهيان؟ پنهنجا اِرڪان ڏس. پڳوان نہ ڪندو جو خوشبو جهڙيءَ معصوم ڇوڪريءَ جو تو جهڙيءَ اُڇايل رهزن سس سان پالو پوندو.“

ڊاليءَ سهڪندي چيس، ”آءٌ اُڇايل آهيان، رهزن آهيان، هاڻي آءٌ هڪ پل بہ هن گهر ۾ نہ رهنديس، اَڄ ئي پوپال هلي وينديس.“

رتنا لُوڻ ٻُرڪيندي چيس، ”هاڻي بند ڪر اِهي مگرمڇ وارا آنسوُ، روز رڳو چئين ٽي، وڃين تہ ڪونہ ٽي؟ هڪ وار وڃي بانواٽي لهي اڄ. اُلٽي پير موٽڻو پوندءِ. تو جهڙيءَ اُڇايل کي ڪير رهائيندو پاڻ وٽ؟ ماءُ پيءُ ٽي سڏ ٽيندي آ، ياڇايون هڪ ماڻو نہ سهندءِ.“

ڊاليءَ چٽلينج ڪندي چيس، ”وڃي ڏيکاريندي سانءِ مالڪ ڪندو وري نہ هن گهر ۾ پير پوندو.“

”ضرور وڃ، هانو تان تور لهي پوندو. لعل جي ڪائي عمر ويئي نہ آهي، ٻي ملي ويندس. پلي غريب گهر جي هجي وٺندس سدا سدوري، جيڪا گهر اڇي سُرڳ بڻائي.“ رتنا من جي مراد ظاهر ڪندي چيس.

سس جا ٻول ٻُڌي ڊاليءَ جي تن بدن ڪي باهہ وٺي ويئي. اوڇنگارون ڏيئي روئندي چوڻ لڳي، ”تو جهڙي ڏائڻ سس ڪنهن دشمن کي بہ نہ ملي. منهنجي هوندي تون ٻيءَ جي سڌ تي ڪرين؟ ڪنهن کي پنهنجي ڌيءُ تني آهي جو هن گهر ۾ ڏيندو؟ ڪنهن وڏوا آشرم جي ڏڏيل بہ هن گهر ۾ اچڻ نہ چاهيندي. اڄ ڪان پوءِ پنهنجا ٽڪر پاڻ پچائي کائجانءِ. پلي ٻوڙ پلاو کائجانءِ چاهي مکڻ مصري، منهنجي بلا سان.“

رتنا چيس، ”تنهنجي بلا توکي وٺ ڪندي، منهنجي ويجهو بہ نہ اچي سگهندي. مونکي هاڻي تنهنجي هٿ جي کاڌي بہ نہ آهي. اڇا تہ منهنجو گهوٽ ڪمائي ٿو. روٽي پچائڻ واري مائي رکنديس. بابو نانڪ تنهنجي پاڇي کان بہ بچائي.“

ڊاليءَ خوشي ظاهر ڪندي چيو- ”الائي ڪڏهن اُهو سدورو ڏينهن ايندو جو گهر ۾ بہ چُلهيون ٿينديون؟“

ماءُ ۽ ڏاڏيءَ جو جهيڙو ڏسي ٻُڌي گُل ٿي. وي. بند ڪري اوطاق ۾ وڃي پيءُ جي پرسان ويهي رهيو. جهڳڙي جو آواز لعل بہ ٻُڌي رهيو هو. مگر روز جي ڳالهہ جاڻي ٻُڌو اڻٻُڌو ڪري ڇڏيائين، ليڪن گُل کي آيل ڏسي ۽ اُداس ڏسي، سڏ ڪري گود ۾ ويهاري پيار مان مٿي تي هٿ ڦيري پڇيائينس، ”ڇا ڳالهہ آهي گُل، اُداس ڇو آهين؟“

گُل معصوميت سان پُڇيس، ”ڊئڊي، ممي ۽ ڏاڏي روز ڪهڙيءَ ڳالهہ تي لڙنديون آهن؟“

لعل گُل کي گود مان لاهي سامهون ويهاري چيو- ”توکي لڙائي سُٺي نہ لڳندي آهي؟“

گُل چيس، ”ڊئڊي، لڙائي ڪنهن کي سُٺي لڳندي؟ توهان کي سُٺي لڳندي آهي؟ ٻڌايو تہ ڪهڙيءَ ڳالهہ تان لڙنديون آهن؟“

لعل چيس، ”بيوجهہ.“

گُل، ”بيوجهہ ڪوئي لڙندو آهي؟“

لعل، ”زائفون لڙنديون آهن. اُنهن جي خون ۾ لڙائيءَ جا جيوڙا هوندا

آهن، تڏهن لڙنديون آهن.''

ڱُل، ''ڊئڊي جيوڙا مينس؟''

لعل، ''جيوڙا معنيٰ جرمس.''

ڱُل، ''هر ليڊيءَ جي خون ۾ هونداآهن؟''

لعل، ''شايد، شايد نه.''

ڱُل، ''ڇا مطلب؟''

لعل، ''طيءِ ناهي، منهنجي ڏاڏيءَ، منهنجي ڇاڇين ۾ نه هئا. اُهي ڪڏهن به ڪنهن سان به نه وڙهنديون هيون. منهنجي ممي ۽ تنهنجي مميءَ جي خون ۾ آهن، تڏهن تيون لڙن.''

ڱُل، ''ڊئڊي، اِهو ڇاڻندي به داداجيءَ ۽ توهان جهڳڙالو ليڊيز سان شادي ڇو ڪئي؟''

لعل آهه ڀريندي چيو، ''خبر نه هئي اُن وقت جهڳڙي جا جرمس سليپنگ ڪنڊيشن ۾ هئا. ممي جڏهن سس بڻي تڏهن ائڪٽوَ ٿيا. ڊاليءَ جي بلڊ ۾ به شاديءَ وقت سليپنگ ڪنڊيشن ۾ هئا. مميءَ جون بيوجهه دبون، دڙڪا، طعنا، ڪائي ائڪٽو ٿيا. ڊاليءَ به مميءَ جي جهڳڙي جي موٽ ۾ سڱ ٽوٽا هڻڻ شروع ڪيا...''

ڱُل، ''مميءَ کي سڱ ڪٿي آهن؟''

لعل، ''آءِ مين، ڊاليءَ مميءَ جي سر جو جواب پٿر سان ڏيڻ شروع ڪيو.''

ڱُل، ''سر مينس؟''

لعل، ''بِرڪ.''

ڱُل، ''ممي ۽ ڏاڏي بِرڪ ۽ اِسٽون کڻي وڙهنديون آهن؟''

لعل، ''بيٽا ڱُل، ڪجهه لفظن کي اثر دار بڻائڻ لاءِ اَهڙا مثال ڏبا آهن. سِر جو جواب پٿر سان ڏيڻ جو مطلب، هارڊ لفظن جو جواب وڌيڪ هارڊ (ڪنور) لفظن سان ڏيڻ ٿيندو آهي.''

ڱُل، ''ته ڇا ڊئڊي خوشبوءِ جي بلڊ ۾ به جهڳڙي جا جرمس هوندا؟''

لعل چرڪ پريو، چيائينس، ”ڇو ٿو پڇين؟ اڃا تنهنجي عمر گهٽي آهي؟“

گُل، ”ڊئڊي، پريڪاشانس (ساوڌاني) وٺڻ لاءِ ڄاڻ هئڻ ضروري آهي.“

لعل گُل جي سمجهه تي وائڙو ٿي ويو. گُل کي سمجهائيندي چيائين، ”وڏو ٿي تو اگر خوشبو سان شادي ڪئي ۽ هوءَ نونهن بڻجي هن گهر ۾ آئي نه ڊاليءَ جي جهيڙالو سڀاءَ سبب خوشبو جي بلڊ ۾ سليپنگ ڪنڊيشن ۾ لڪل جرمس ائڪٽو ٿي ويندا ۽ هوءَ به ڊاليءَ وانگر جهيڙالو ٿي ويندي. ٻنهين جي جهيڙي جي وچ ۾ ٽارگيٽ تون بڻبين. ٻن پُڙن جي وچ ۾ تون پيسجندو رهندين جيئن آءٌ پيسجندو رهيو آهيان. تنهنجي دل به گهايل ٿيندي رهندي، جيئن منهنجي ٿيندي رهي آهي.“

گُل، ”ڊئڊي ان کان بچڻ جو ڪوئي اُپاءُ ڪونهي؟“

لعل، ”اُپاءُ آهي ڇو ڪين؟ اول ته تون وڏو ٿي ڪري شادي ئي نه ڪجانءِ، سڀ کان بهتر اُپاءَ اِهو ئي آهي. اگر تنهنجي ڪنهن سان شاديءَ لاءِ ڪمٽمينٽ هجي، ڪنهن سان واعدو ڪرين ته پوءِ تيستائين شادي نه ڪجانءِ جيستائين ڊالي زنده آهي.“

گُل، ”ڊئڊي آءِ پرامز يو (آءٌ توهان سان واعدو ٿو ڪريان) اول ته آءٌ شادي ئي نه ڪندس، اگر ڪئي ته به مميءَ جي رهندي هرگز نه ڪندس.“

لعل، ”اگر گرل فرينڊ طرفان پريشر پوئي؟“

گُل، ”آءٌ ڪنهن پريشر ۾ نه ايندس.“

لعل، ”چاهي گرل فرينڊ سان دوستي ٽُٽي وڃيئي؟“

گُل، ”ڀلي دوستي ٽُٽي وڃي آءٌ پرواهه نه ڪندس. اهڙي ذلت واري زندگي آءٌ هرگز نه جيئندس.“

لعل گُل جي پُٺي ٺپيندي چيو، ”شاباس پُٽ، تون سمجهدار ۽ بهادر

پُٽ آهين.“

گُل چيس، ”ڏئڏي توهان وٽان مليل سيکيا آءٌ هردم ياد رکندس ۽ توهان جي آڳيا جو پالن ڪندس. ڏئڏي، آءٌ چاهيان ٿو، توهان مونکي هاسٽل ۾ موڪليو، اُتي آءٌ دوستن جي وچ ۾ وڌيڪ خوش رهندس ۽ ٽينشن فري رهندس.“

لعل، ”آءٌ خود ڪيترو وقت کان اِهو سوچي رهيو هوس، پر هچڪچايان پيو ته ڪٿي بُرو نه لڳئي. هاڻي تو خود چيو آهي ته ضرور موڪليندس. تنهنجو هيءُ ٽرم پورو ٿئي، نئين ٽرم ۾ توکي هاسٽل ۾ رهائيندس.“

گُل، ”ڏئڏي، وچ ٽرم ۾ موڪليندا ته بهتر ٿيندو.“

لعل، ”آءِ شل سي ماءِ بواءِ (آءٌ ڏسندس، منهنجا يار).“

ڊاليءَ نه شام جي چانهه ٺاهي نه رات جي روٽي. گُل کي بُک لڳي هئي. لعل گُل کي هوٽل ۾ وٺي ويو. اُتي سندس پسند جا طعام کارايائينس. گُل جي زور ڀرڻ تي خود به کاڌائين. اُتان ئي پيءُ ماءُ ۽ زال لاءِ پارسل ٺهرائي کڻي ويو.

ٻالچند به روٽي کاڌي، رتنا به کاڌي. ليڪن ڊالي بُک تي رهي. سندس ضد هو ته هوءَ الڳ رهڻ ٿي چاهي.

لعل سمجهايس، ”ايترو جلد ممڪن نه آهي. وقت لڳندو، سڀاڻي کان رسوئيءَ لاءِ مائي ٿا لڳايون، تون پلي رنڌڻي ۾ نه وڃجانءِ.“

ڊاليءَ چيس، ”ٺيڪ آهي، مائي اَچي رنڌڻو سڀالي، پوءِ آءٌ کائينديس.“

لعل وڌيڪ زور نه ڀريس، ڪَروَٽ بدلي سُمهي پيو.

ڊالي سوچي رهي هئي، پلي مائي لڳائي. روز روز جي چڪه چڪه کان ڇوٽڪارو ملي ويندو.

ڇوٽڪارو ملڻ ايترو سؤلو نه هو، من بي‌ايمان ته عُذر گهڻا. جهڳڙو ٿيٺو هوندو آهي ته ٿي رهندو آهي.

مائي لڳي، رسوئي ڪرڻ شروع ڪيائين، مرد نيرن ڪائي دڪان تي وڃڻ وارا هئا. گُل جي اِسڪول جي موڪل هئي. هال ۾ ويهي ٽي. وي. ڏسي رهيو هو. مائي ڏاليءَ لاءِ نيرن پروسي ڪٺي آئي. ڏاليءَ چيس، ”پهريائين ٻُڍيءَ کي ڏيئي آءُ، ديدان ڦاڙي ٿي ويهي ڏسي، آءٌ اڳ ۾ کائيندس ته پيٽ ۾ ولولو پوندس.“

مائي ٿالهي رتنا ڏي ڪٺي ويئي. رتنا موٽائيندي چيس، ”پهريائين ڪتي جو ڪيندي آهيان پوءِ کائيندي آهيان. ٿالهي کڻي وڃي واپس ڏيس.“ ڏاليءَ جي تن بدن کي باهه وٺي ويئي. سهري جي به پرواهه نه ڪيائين، رڙ ڪري چيائينس، ”مان ڪُتي آهيان؟ منهنجو مڙس به ته ڪُتو ٿيو نه؟ ڪُتي جي ماءُ ڪُتي ٿي نه؟ ڇتي ڪُتي، تون جنهن کي کائيندينءَ، اُهو بيموُت مري ويندو.“

رتنا پنهنجي جڳهه تان اُٿندي چيس، ”مان ڇتي ڪُتي آهيان؟ اَڄ ته پهريائين توکي کائي تنهنجو اَنت آڻيان.“

ڏاليءَ للڪاريندي چيس، ”مونکي کائيندينءَ؟ اَڄ ڏند پٽي هٿ ۾ ڏيانءِ گهٽو سنو اَٿم هاڻي نه سهندس، اَڄ هڪ هڪاڻي ٿي وڃي يا تون رهه يا مان. ٻنهين مان هڪ جو اَنت ٿي وڃي.“

ٻئي هڪ ٻئي تي اُلر ڪري آيون. لعل اُٿي ٻنهين جي وچ ۾ آيو. ڏاليءَ ڌڪو ڏنس. لعل ٿاٻڙجي پيو. رتنا لت وهائيندي چيس، ”وڃي جوءِ جي قدمن ۾ ڪرُ.“

لعل ڪِريو ته وري نه اُٿيو. گُل پاپا چوندو ڊوڙي آيو. لعل کي چنبڙي روئڻ لڳو. ٽي. ويءَ تي گانو هلي رهيو هو، ”تيري دنيا سي هوڪي مجبور چلا، مئن بهت دور بهت دور چلا...“

لعل سچ پچ گهٽو پري هلي ويو هو، جتان ڪير موٽي نه ايندو آهي. دل جي ڌڙڪن بند ٿي چڪي هيس.

گُل جي روئڻ جو آواز ٻُڌي ٻالچند اُٿي آيو. لعل کي پٽ ۾ ڪِريل ڏسي گهبرائجي ويو. جهڪي ڏنائين نه نبض هيس نه دل جي ڌڙڪن.

ڊاليءَ ۽ رتنا جو جهيڙو چالو هو. ٻالچند اُٿي ٻنهين کي وارن کان پڪڙي پري ڌڪيندي چيو، ”بيشرم، بي حيا جوان پُٽ پَٽ ۾ بيجان پيو آهي. توهان ٻئي جهيڙي کان باز نٿيون اَچو؟“

ٻنهين جو ڌيان لعل جي بيجان ٻُت ڏانهن ويو. رتنا روئندي چيو، ”خبر نہ آهي ڪهڙيءَ منحوس گهڙيءَ ۾ آئينءَ؟ منهنجي سڪيلڌيَ پُٽ جي ٻلِي وني چڙهيئہ.“

ڊاليءَ ورلاپ ڪندي چيو، ”تون عوَرت نہ، نانگڻ آهين نانگڻ پنهنجي ٻچن کي کائيندي آهي. تون بہ پنهنجي پُٽ کي کائي وئينءَ.“

ٻالچند رڙ ڪري چيس، ”بند ڪيو ورلاپ. دل تہ چوي ٿي ٻنهين هتيارن کي پوليس جي حوالي ڪريان، پر بدناميءَ جي ڪري من مارڻو ٿو پوي. پوليس جو نالو ٻُڌي ٻئي سهمجي ويون. بدحواس گُل پيءُ جي بيجان جسم کي ڏسندو ۽ ڳوڙها ڳاڙيندو رهيو.

ٻالچند لعل جي لاش کي کڻي وچي اوطاق ۾ سيٽيءَ تي ليٽايو. فئملي ڊاڪٽرن کي اِمرجنسي حالت چئي فورن اچڻ لاءِ چيو.

ڪُجهہ دير بعد ڊاڪٽر آيو. لعل کي تپاسي چهرو لٽڪائي چيائين، ”هِي اِز نو مور. ڇا ٿيو؟“

ٻالچند چيس، ”اوطاق ۾ ويٺو هو، دڪان تي وڃڻ جي تياري هئي. اڇانڪ ڇاتيءَ ۾ سوُر پيس، ڇاتي پڪڙي ليٽي پيو. لعل جي حالت ڏسي توهان کي فون ڪئي.“

ڊاڪٽر چيو، ”لڳي ٿو سيور اَٽئڪ آئي هيس، بروقت ٿي موُت ٿي ويو هيس. آءِ ايم ساري.“

ڊاڪٽر موڪلائي هليو ويو. ٻالچند پوپال ۽ احمدآباد فون ڪري لعل جي موُت جي خبر ڪئي. دڪان تي فون ڪري نوڪرن کي فورن گهر اَچڻ لاءِ چيو.

رودن پٽڪي جو آواز ٻُڌي اوڙي پاڙي وارا گڏ ٿي ويا. ٻالچند خوشبو جي مائٽن کي لعل جي موُت جي خبر ڪري کين عرض ڪيو تہ اچي گُل

کي سنڀالين. جڏهن لعل جي انتم ياترا جي تياريءَ ۾ لڳي ويو.
مقرر وقت تي شَو ياترا نڪتي. لعل جا ساهرا پوپال مان پهچي ويا. لعل جي چِکيا کي ڳُل اگني ڏني. چِکيا جي اگنيءَ کان وڌيڪ تپش بالچند جي اندر ۾ هئي. پاڻ تي ضابطو ڪري حالت کي منهن ڏيئي رهيو هو. معصوم ڳُل سوچي رهيو هو تہ اچانڪ هي ڇا ٿي ويو؟ سندس ڏاڏي ڪيڏانهن هليو ويو؟ هُو وري ڏاڏيءَ کي ڪين ڏسي سگهندو؟
اگني سنسڪار کان پوءِ سڀ پنهنجي-پنهنجي گهر موٽيا. شهر جون ڪيترييون ئي معزز هستيون شَو ياترا ۾ آيون هيون. اچانڪ ٿيل لعلچند جي موت تي سڀ افسوس ظاهر ڪري رهيا هئا.
هوڏانهن ڏالي بيهوش ٿيندي ٿي ويئي. سندس پاڇائي ڪيس سنڀالي رهي هئي. شام تائين احمدآباد کان ڪٽنبي بہ پهچي ويا. دهليءَ وارا فلائيٽ ۾ آيا. اُهي بہ شام جو پهچي ويا. سڀ ڪُٽنبي ۽ رشتيدار غمزده هئا رتنا ۽ ڏالي اڃا بہ لعل جي موت جو هڪ ٻئي کي ذميوار سمجهي رهيون هيون. بالچند دل تي پٿر رکي پاڻ کي سنڀالي ويٺو هو. شام جو ٻئنڪ ۾ شهرواسي گڏ ٿيا. بالچند کي پرچاٽي ڏيندا رهيا. بالچند هٿ جوڙي مالڪ جو ڀاڻو قبول ڪرڻ لڳو.
ٽئين ڏينهن پڳڙيءَ جي رسم ٿي. ڪانڌي لعل جا سوٽ ئي بيٺا. پنجين ڏينهن گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ رکايو ويو. لعل جا بہ سوٽ هانيون ڪٽي هردوار ويا. ڪرياڪرم ڪرائي، دهليءَ کان فلائيٽ ۾ ٻارهين ڏينهن صبوح جو موٽي آيا. براهمڻ ٻارهي جو ڪاريہ ڪرم ڪرايو. پائي صاحب گرو گرنٿ صاحب کي پوڳہ پاتو. برهمڻ کي پوڄن ڪرائي دان دکشنا ڏيئي روانو ڪيائون. اُن کان پوءِ آيل سنگت کي پنڊاري جو پوڄن ڪرايو ويو. گرو صاحب کي بہ سڪ شرڌا سان روانو ڪيو ويو. آيل مهمان بہ پنهنجي-پنهنجي سهوليت سان روانا ٿي ويا. گهر ۾ چار ڀاتي هوندي بہ سناٽو ڇانيو رهيو.
بالچند پنهنجي سوچيل رٿا موجب ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. پهرياٽين

ڳُل کي اِسڪول جي هاسٽل ۾ پرتي ڪرايائين.

گهر جو پارٽيشن ڪرائي ٻن حصن ۾ ورهايائين. وچ ۾ پوري پٽ ڪٽايائين. پنهنجي حصي ۾ ٻـ پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ الڳ لنگهہ ڪرايائين. ڪنهن جو ڪنهن سان ڪوئي سروڪار نـ رهيو. رتنا ۽ ڊالي پنهنجي گهر ۾ ئي ڪاريَ پاٽيءَ جي سزا پوڳڻ لڳيون. ٻالچند زال ۽ ننهن کي مهني جو خرچ ٻڌي ڏنو. خود بـ رتنا جي هٿ جو کائڻ بند ڪري ڇڏيائين. صبوح جو ناشتو بزار مان ڪري ايندو هو. منجهند ۽ رات جو ٽفن سينٽر مان ٽفن گهرائڻ لڳو.

گهر جي اِنتظام مان فارغ ٿي هوُ هاڻي آئيندهہ بابت سوچڻ لڳو. اندر ۾ جيڪو ڳُٽو لڳل هيس سو ڪيس اندر ئي اندر کائي رهيو هو. سوچڻ لڳو- وڃڻ کان اڳ ڳُل جو آئيندهہ محفوظ ڪري وڃان. اِن لاءِ رٿا رٿڻ لڳو. دڪان ۽ گهر جي وِل ڳُل جي نالي ڪيائين.

شهر کان ٻاهر پر واري ١٠ ايڪڙ زمين فارم هائوس لاءِ ورتي هئائين هاڻي اُتي بـ وسنوَ ٿي ويئي هئي. ٻيون سڀ پراپرٽيون وڪڻي رقم ڳُل جي بئنڪ اڪائونٽ ۾ فڪس ڊپازٽ ۾ رکايائين. فارم هائوس جو هڪ حصو وڪڻي جنهن مان ڪافي وڏي رقم مليس، ان رقم مان لعل جي نالي ٽرسٽ ٺاهيائين. اُن رقم مان سهوليت پريا ڪمرا، ڪچن، هال، آفيس، لئبرري، راند جو ميدان وغيره ٺهرائي نالو رکيائينس، لعل پيڙت پرش آشرم. اُن ۾ ڪنهن بـ عمر جا پنني پيڙت پرش اچي سگهيا ٿي. سندن رهڻ، کاڌي پيتي ۽ وندر جو پورو اِنتظام ڪيو ويو هو. لعل جا گڏ ڪيل ڪتاب لئبرريءَ ۾ رکيا ويا. ڪجهہ روزاني اخبارون ۽ پيريڊيڪل پترڪائون پڻ گهرائڻ جو اِنتظام ڪيو ويو.

آفيس جي لاءِ ٻالچند هڪ بزرگ کي مئنيجر ڪري رکيو. کيس مفت رهڻ کائڻ پيئڻ کانسواءِ پگهار پڻ ڏني ويئي. ٻالچند پنهنجي رهڻ لاءِ پڻ هڪ ڪمرو اُتي رکيو. هفتي ۾ هڪ ڏينهن اُتي وڃي رهندو هو.

آشرم ۾ داخلا وٺڻ وارن لاءِ اِهو نيم ٺاهيو ويو تـ پنهنجي ڪمائي جا

ٻاتين جي حساب سان حصا ڪري آشرم ۾ ڏئي باقي سڀ گهر وارن کي ڏنين.

جلد ئي آشرم ۾ پيڙت پرش اچڻ لڳا. لوڪ لڄ ڇڏي آشرم ۾ رهي سُکي جيون گذارڻ لڳا. ٻالچند گُل جي هاسٽل ۾ گارجين جي روپ ۾ فقط پنهنجو نالو لکايو هو. هوُهر هفتي وچي گُل کي ساڻ وٺي گُهمائي ڦيرائي سندس ضرورت جون شيون وٺي ڏيندو هو. ڪارائي-پيئاري شام جو هاسٽل ۾ ڇڏي ايندو هوس.

ٻالچند ڪان ڌنڌو ڪرڻ نٿي پُڄو. هڪ پراڻي ايماندار ڪرمچاريءَ سان ڏهن سالن جو ائگريمينٽ ڪري دڪان اوڏر ۽ سامان سوڌو اُن کي سنڀالڻ لاءِ ڏنائين. ڏهه هزار ڪرايو ۽ ١٠ هزار مال اوڌر پيٽي مهني وٺڻا ڪيائين. فرم جو نالو ۽ پروپرائيٽرشپ ساڳي رهي. نفعي نقصان جو مالڪ نوڪر رهيو.

ٻالچند ڌنڌي جي ذميواريءَ کان ٻه فارغ ٿي ويو. ٢٠ هزار جي اِنڪم مان زال کي پنج، نونهن کي پنج ۽ پوٽي کي پنج ڏيڻ لڳو. باقي پنج پنهنجي لاءِ رکيائين.

ٻالچند سڄو ڏينهن آشرم ۾ گذاريندو هو. کائيندو-پيئندو ٻه اُتي ئي هو. رات جو گهر وڃي پنهنجي ڪمري ۾ آرامي ٿيندو هو. پنهنجي حصي جا پنج هزار آشرم کي ڏيندو هو. هفتي جو هڪ ڏينهن پوٽي کي ڏيندو هو.

رتنا ۽ ڊالي پنهنجي-پنهنجي گهر ۾ اڪيليون پڇتاو جا ڳوڙها ڳاريندون رهنديون هيون. پنهنجا ڪيل گناهه ياد ايندا هين.

ڊالي سوچيندي هئي، گُل کي ڏاڏيءَ ڏي وڃڻ کان روڪي سس جي دل دکائي. اڄ پُٽ جو منهن ڏسڻ کان سِڪي ويئي آهيان. ڪڏهن سوچيو نه هو ته لڙائيءَ جهڳڙي جو گُل جي نازڪ دل تي ڇا اثر ٿيندو.

پنهنجي اُگري سڀاو جي ڪري پتيءَ کي ٻه پاڻ کان دور ڪري ڇڏيو. هر ڪو مونکان نفرت ڪرڻ لڳو آهي. ڪيتري نه ندوري، نڀاڳي آهيان.

پنهنجي ڀاڳ سُهاڳ کي ڌڪو ڏئي، سدا لاءِ پاڻ کان، ڏيهه کان دور ڪري ڏهاڳ کي ڳلي لڳايو.

ڇو اَهڙو اُگرو روپ ڌارڻ ڪيم؟ اِهو ته اَهڙي نه هيس مان مڇان تي سس جو وهنوار نيڪ نه هو، مون پنهنجو صبر شانتي ڇو ڇڏيو؟ ڇا هڙ حاصل ٿيو جهڳڙي مان؟ جُهڳو ئي جهڻ تي ويو. پنهنجي خطا جو خميازو ڀوڳي رهي آهيان.

اڪيلي ايوڳي زندگي جي رهي آهيان. خبر نه آهي ڪيستائين جيئندس؟ پهاڙ جيڏي زندگي ڪيئن ڪٽبي. ڏُک ۾ درد ۾ نه ڪوئي سنگي نه ساٿي. نه ڪوئي اوهي نه وائي. من ٿو ڪري ديوارن سان سِرُ ٽڪرائي پنهنجو انت آڻيان. ليڪن نه آءٌ اِئين نه ڪنديس. منهنجا گُناهه اٿاهه آهن. سزا به اوتري ڀوڳڻ گهرجي. ڀوڳيندس سزا مان، تِر تِر ڪري جلي مرندس.

اَهڙو ئي پڇتاءُ رتنا جي من ۾ هو. سوچڻ لڳندي هئي، کهڙي نه گهر خاندان ۾ جنم ورتو، شادي ڪري گهراڻي گهر ۾ ويس. سس شانتي نالي جهڙي ئي سانتيڪي سڀاءُ جو هئي. اوڙهيون ئي سدا سدروريون پيار پريون. ڏيراڻيون، ساهه صدقي وڃڻ وارو پتي. پوءِ کهڙيءَ کُتيءَ ڪنيو جو جهڳڙيخور بڻيس؟

سهري اگر ڇڙٻ ڏني ته وڏو هو، خطا منهنجي ئي هئي، مون ئي ڪُل جي پرمپرا کي ٽوڙيو هو. خوامخواهه ڪٽنب پريوار کان جدا ٿي، الڳ ٿي گهر وسايو. پاڻ به وڏن جي نظر ۾ ڪريس. پتيءَ کي به ڏنو ڪيو.

ڊاليءَ جي کهڙي خطا هئي، جنهن جي کيس سزا ڏني؟ نماڻي نهڻي سياو جي ئي ته هئي، ڇو کيس ذليل ڪري کيس به جهڳڙالو بڻايو. پاڻ سان گڏ سندس زندگي به خراب ڪئي. جگر جي ٽڪري کي نوڪر هٽي پنهنجي نصيب کي ئي نوڪر ماري ڇڏي. ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهي آهيان. گهر کان ٻاهر پير رکڻ محال آهي. اندر جا سُور اندر ۾ پيئڻا ٿا پون. سُهاڳڻ هوندي ته ڏهاڳڻ جهڙي زندگي گهاري

رهي آهيان. مون جهڙو بدنصيب هوندو ڪوئي بيو؟

رتنا پنهنجين خطائن کي ياد ڪري هنجون هاريندي رهندي هئي. زندگي بوجهه بڻجي پيئي هيس. مالڪ کان موت گهرندي رهندي هئي. موت ڪٿان اچيس؟ اجا سزا پوري ڪٽي ٿي هيس. من اُچاٽ رهندو هوس. بيدلي روٽي ٺاهيندي هئي، کائڻ تي اوراهه نه ٿيندو هوس، روٽي وچي ڳانءِ، ڪُتي يا پکين کي کارائي ايندي هئي. جيءَ ۾ جهوُري لڳل هيس. روٽي کيئن وٽيس. ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندي ويئي. هڪ هڪ وک موت طرف وڌڻ لڳي.

ٻالچند به زندگيءَ کي گهسيٽي رهيو هو. ڳُل اجا ڳڍ ۾ ڳنتو پيو هو. سوچيندو هو ڪڏهن ڳلاب وڏو ٿيندو، پڙهائي پوري ڪري ڪرت ڪار کي لڳندو. شادي ڪري گهر وسائيندو ۽ آءٌ پنهنجي فرض کان فارغ ٿي مڪتيءَ جي ڪامنا ڪندس. پر اجا وڏو فاصلو طيءِ ڪرڻو هوس.

خوشبو جا مائٽ بيفڪر هئا. سوچي رکيو هئائون ته ڳُل ۽ خوشبو جي پڙهائي پوري ٿيندي ئي ٻنهين جي شادي ڪرائي پنهنجي فرض کان آجا ٿيندا.

وقت پنهنجي رفتار سان هلندو رهيو. اجا ڳُل ۽ خوشبو نائين درجي تائين پهتا هئا. اجا منزل پري هين. هاڻي هوُ ڪشور اوستا جي آخري ڏاڪي تي ۽ جوانيءَ جي دهليز تي پهچي چڪا هئا. پر اجا شوخي ۽ چنچلتا نه آئي هين. ٻئي ڏير ڳنڀير هئا. دوستي پختي ٿيندي وين. پر ڪجهه حاصل ڪرڻ جي چاهنا نه جاڳي هين.

ٻالچند ڳُلاب کي ماءُ سان ملي اچڻ لاءِ چوندو هو. ڳُل منع ڪري چوندس هيس، ”داداجي آءٌ اُن گهر ۾ نه ويندس. ويندس ته فرش تي پيل ڊڊيءَ جو لاش اکين ۾ ترڻ لڳندو. آءٌ برداشت نه ڪري سگهندس. مونکي معاف ڪريو. مونکي اُن گهر ۾ وڃڻ لاءِ نه چئو. مميءَ سان ملڻ لاءِ منهنجي خواهش نه آهي. پر اگر ممي گهر کان ٻاهر ڪٿي ملڻ ايندي ته ملي وٺندومانس.“ ٻالچند وڌيڪ ڪجهه نه چوندو هيس.

خوشبو سمجهدار هئي. هفتي جو هڪ ڏينهن طيءَ ڪري ڇڏيائين. هوءَ صبوح جو گهران پنهنجي هٿان نيرن تيار ڪري گُل جي گهر ويندي هئي. ڊاليءَ ۽ رتنا سان ملي ٻنهين کي نيرن ڪرائي ايندي هئي. ٻئي ڍير ساريون دعائون ڏينديون هيس. ٻئي بيصبريءَ سان سڄو هفتو خوشبو جي اچڻ جو اِنتظار ڪنديون هيون.

ٻالچند سوچيو- هاڻي گلاب هاسٽل جي بجاءِ پنهنجي گهر ۾ رهي. شاديءَ کانپوءِ بہ جيئن اُهو گهر سندس رهڻ جي ڪم اچي. سوچي-سمجهي هڪ پرائيم لوڪيلٽيءَ ۾ بہ هڪ جهڙا لڳولڳہ فليٽ گلاب جي نالي خريد ڪيائين. سوچيائين، ٻئي گڏ هڪ ڪري ڇڏبا.

هڪ سال کانپوءِ گُل هاسٽل ڇڏي پنهنجي فليٽ ۾ آيو. روٽي ٽفن سينٽر مان گهرائيندو هو. موڪل جي ڏينهن خوشبو جلدي اچي سيني جو ناشتو تيار ڪري ٻالچند، گُل کي کارائي خود بہ اُنهن سان گڏ کائي، ڊاليءَ ۽ رتنا لاءِ ٽفن کڻي وڃي ملي بہ ايندي هين ۽ نيرن بہ کارائي ايندي هين. واپس اچي منجهند ۽ رات جي روٽي بہ تيار ڪندي هئي. ٽيئي گڏجي کائيندا هئا. پوءِ پنهنجي گهر ويندي هئي. ماءُ پڇندي هيس تہ اُن کي صاف چوندي هئي تہ گُل وٽ هئي. ماڻس وڌيڪ نہ پڇندي هيس.

هڪ دفعي ڊالي رتنا وٽ ويئي تہ رتنا جو حال هيٺو لڳس. پڇيائينس، ”وڏي ممي ڪمزور ٿا لڳو، طبيعت نيڪ اٿوَ نہ؟“

رتنا ٽڏو ساهہ کڻي چيس، ”ڏئي وني بيني آهيان، بس سڏ ٿئي تہ هلان.“

خوشبو دلداري ڏيندي چيس، ”ائين ڇو ٿا چئو، جلدي نيڪ ٿي ويندءُ. ڊاڪٽر کي فون ڪري گهرايان ٿي. پرتي ڪرڻ لاءِ چيائين تہ ڪنهن سنيءَ اِسپتال ۾ پرتي ڪرائينداسين.“

رتنا آهہ ڀري چيس، ”ٻچڙي وڃڻ ڏي هاڻي، ڊاڪٽر کي گهرائي منهنجي سزا نہ وڌاءِ. هيءَ بہ ڪا زندگي آ؟ پوڳڻ کان وڃڻ بهتر ٿي

پايان. تون سهري کي فون ڪر، اڇي تہ پَل بخشايانس. معافي وٺانس. اڇي پنهنجي هٿن سان اُپرائي.''

خوشبو بالچند کي موبائيل تي فون لڳائي رتنا جي نازڪ طبيعت جو ٻڌائي فورن گهر اچڻ لاءِ چيو. بالچند گُل وٽ ئي هو. جلد گهر روانو ٿيو. گُل ڏاڏيءَ جي طبيعت جو ٻڌي ڏاڏي سان گڏ روانو ٿيو.

گُل کي ڏسي رتنا جون اکيون ٺري پيون. کيس گلي سان لڳائي روئڻ لڳي. گُل سندس ڳوڙها اُگهڻ لڳو. بالچند ڊاڪٽر کي فون لڳائي، رتنا هٿ پڪڙي منع ڪيس. خوشبوءِ کي چيائين، ''پُٽ خوشبو، ڪنوار کي سڏي آءُ تہ اُن کان بہ خطا بخشايان.'' خوشبو ويئي ڊاليءَ کي سڏي آئي ڊالي آئي سس سهري کي پيري پئي. گُل اُٿي ماءُ کي پيري پيو. ڊاليءَ چڪي چاتيءَ سان لڳايس. ڊاليءَ جو روم روم ٺري پيو.

رتنا ڊاليءَ کي سڏ ڪري پرسان ويهاري چيو، ''ڪنوار، مون پاپڻ جون خطائون معاف ڪر تہ ڇاتيءَ تان بوجهہ لهي. سؤلو ساهہ نڪري.''

ڊاليءَ سس جا پير پڪڙي چيو، ''امڙ مونکي شرمندو نہ ڪريو. خطاوار آءٌ نياڳي ئي آهيان، جنهن سُرڳہ جهڙي گهر کي نرڪ بڻايو. آءٌ معافي بہ نہ گهرندس پنهنجي ڪئي جا ڪيتا لوڙهيان، جيستائين جيئندس ورهہ جي آگہ ۾ جلندي رهندس. مالڪ ڪري مونکي نرڪ ۾ بہ جاءِ نہ ملي.''

ڊالي نير وهائيندي رهي، رتنا بہ روئيندي رهي. بالچند، گُلءِ خوشبو جو بہ من پرجي آيو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ رتنا، ڊاليءِ خوشبو کي اِشارو ڪيو، ٻئي ٻئي ڪمري ۾ هليون ويون. رتنا اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي، اُٿي نہ سگهي. بالچند وڃي رتنا جي سرهاني کان ويٺو. رتنا ٻنهين هٿن سان بالچند جا پير پڪڙيا، زبان سان ڪجهہ نہ چيائين. بس لڙڪ ڳاڙيندي رهي. بالچند رتنا جو مٿو پنهنجي گود ۾ رکيو. رتنا جا ڳوڙها اُگهي مٿي تي هٿ ڦيرڻ لڳس. رتنا جون اکيون بوتجڻ لڳيون. بالچند رڙ ڪري ڊاليءَ کي سڏ ڪيو. ٽيئي ڀڄندا آيا. بالچند ڊاليءَ کي چيو.

’’جلدي ترسيءَ جو پنو ۽ امرت کٽي اچ.‘‘ ڏالي پڇندي ويئي گنگا جل ۾ کنڊ ملائي تُلسيءَ جو پنو پٽي آئي. ڏاليءَ تلسيءَ جو پن رتنا جي وات ۾ وڌو. چمچي سان امرت وات ۾ وڌائينس. رتنا هميشهہ لاءِ اکيون بوُٽي ڇڏيون.

گُل ڏاڏيءَ جي چکيا کي اگني ڏني. ڏهين ڏينهن ڏاڏيءَ جون هاڏيون کڻي هوائي جهاز ۾ دهلي ويو. دهليءَ کان ٽئڪسيءَ ۾ هردوار ويو. پنڊ پرائي هاڏيون پرواهہ ڪري ٻارهين ڏينهن هوائي جهاز ۾ اِنڊور موٽي آيو.

خوشبو ٻارهن ئي ڏينهن ڏاليءَ سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺي. پڙهائيءَ جو بہ فڪر نہ ڪيائين. ٻارهو ٿي ويو. مهمان روانا ٿي ويا. گُل ماءُ کي چيو- ’’هلو فلئٽ ۾ هلي رهو.‘‘

ڏاليءَ چيس، ’’تون خوش رهہ، پنهنجي جواني ماڻ. آءٌ هتي ئي رهندس. هن گهر ۾ منهنجي ڏولي آئي هئي، هن گهر مان ئي منهنجي ارٿي نڪرندي.‘‘

گُل ۽ خوشبو پنهنجي پڙهائيءَ کي لڳي ويا. ٻالچند هاڻي پورو وقت آشرم ۾ ئي رهڻ لڳو. بس هڪ ئي تمنا هيس تہ گلاب (ٻالچند گُل کي هميشهہ گلاب ئي سڏيندو هو ٻيا سڀ گُل چوندا هيس) پڙهائي پوري ڪري ڌنڌو سنڀالي ۽ شادي ڪري گهر گرهستي وسائي تہ ڪيس مڪتي ملي. جنهن نوڪر کي دڪان ڏهين سالين لاءِ نيڪي تي ڏنو هئائين اُن مارڪيٽ وئليوُ سان دڪان خريد ڪرڻ جي آفر ڏنس. ٻالچند منع ڪري ڇڏيس. چيائينس، ’’دڪان گلاب جو آهي، اڳيوءِ اُهو ئي سنڀاليندو. جيئن هلي ٿو تيئن هلڻ ڏي. ها اگر گلاب ٻيو ڪوئي ڪم ڪرڻ چاهيو تہ پوءِ دڪان توکي ئي ڏيندس.‘‘

گُل ۽ خوشبوءِ ٻارهين ۾ پڙهي رهيا هئا. هڪ ڏينهن گُل خوشبوءِ کي چيو، ’’ڪاليج جي پڙهائيءَ جي هاڻي ئي پلاننگ ڪرڻ گهرجي، جيئن هڪ جهڙا سبجيڪٽ کڻي گڏجي پڙهائي ڪريون. منهنجو اِرادو نوڪري

ڪرڻ جو آهي. گرئجوئيشن ڪانپوءِ نوڪري بہ ڪندس ۽ پڙهائي بہ جاري رکندس. آءٌ گهڻو وقت داداجيءَ تي بوجهہ بڻجي نٿو رهڻ چاهيان. تنهنجو ڇا ويچار آ؟''

خوشبوءِ چيس، ''آءٌ تہ تنهنجي پرڇائي آهيان، جتي تون اُتي آءٌ.''

گُل ٻڌايس، ''پوسٽ گرئجوئيشن ڪانپوءِ آءٌ ڪنهن ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿيندس. پي. ايڇ. ڊي. ڪرڻ ڪانپوءِ پروفسر بڻبس.''

خوشبو چيس، ''آءٌ توهان جي نقشي قدمن تي هلنديس.''

گُل چيس، ''هڪ ٻي ڳالهہ، خوشبو مون ڊئڊيءَ سان واعدو ڪيو هو تہ، جيستائين ممي جيئري آهي آءٌ شادي نہ ڪندس اڃا تہ ممي ينگہ آهي، ٿي سگهي ٿو ميءَ جي هوندي آءٌ شاديءَ جي ايج ڪان پار ٿي وڃان. تون چاهين تہ پنهنجا قدم موڙي سگهين ٿي.''

خوشبو چيس- ''گُل ڪان الڳہ خوشبو جو وجود ڪٿي آهي؟ آءٌ پلي تنهنجي هم دم نہ بڻجان. هم قدم سدا رهنديس.''

''ايترو سؤلو نہ آهي خوشبو، تنهنجا مائٽ شاديءَ لاءِ توتي پريشر وجهندا، پوءِ ڇا ڪندينءَ؟''

''اڃا تہ گرئجوئيشن لاءِ ٽن سالن ڪان وڌيڪ وقت پيو آهي، تيستائين ڪجهہ نہ چوندا. اُن ڪان پوءِ نوڪري ڪري تنهنجي ٻئي فلئٽ ۾ ڪرائيدار ٿي اچي رهندس. نوڪري نہ بہ ملي تہ گهر ۾ ٽئي ڪوچنگہ شروع ڪندس. ايني ٿنگہ ايلس؟ (ٻيو ڪجهہ)''

گُل چيس، ''نيڪ آهي پنهنجو پاڻ کي حالتن جي حوالي ڪري ڇڏيون.''

سڄي گهر ۾ اڪيلي ڊالي سَهميل هيسايل رهندي هئي. جڏهن من ڊپ سان پرجي ويندو هوس تہ سڀ دريون دروازا بند ڪري اندرئين ڪمري ۾ وڃي زور زور سان رڙيون واڪا ڪندي هئي. جڏهن ڊپ هلڪو ٿيندو هوس تہ روئي روئي هانءُ هلڪو ڪندي هئي.

هاڻي آرتوار جي ڏينهن خوشبو نيرن فلئٽ مان تيار ڪري ڪٽي

ايندي هيس. ڊاليءَ کي نيرن کارائي، گهر ٻهاري صاف ڪندي هئي، ڪپڙا ڌوئي وجهندي، منجهند جي رسوئي تيار ڪري کارائيندي هيس. خود بہ کائيندي هئي. ٻر تن صاف ڪري رنڌڻو سهيلي پوءِ ڊاليءَ جي ڪمري ۾ ويندي هئي. ڊالي ليٽي پيئي هوندي هئي. سندس سرهاڻي وِيهي ڊاليءَ جو مٿو دٻائيندي هئي. خوشبو جي نازڪ هٿن جي ڇهاءُ سان ڊاليءَ جي دماغ مان چنتائون ڦر ٿا دور ٿي ويندا هئا ۽ ازخود گهري ننڊ اچي ويندي هيس. ڪجهہ دير ننگون پير دٻائي وچي ڪپڙا پريس ڪري رکندي، رات جي مانيءَ جي تياري ڪري رکندي هئي.

ڊالي ننڊ ڪري اُٿندي هئي تہ پاڻيءَ جو گلاس ڏيئي ايندس. وارن ۾ تيل لڳائي وار سنواري چوٽي ڪندي هيس. شام جي چانهہ ڏيئي رات جي لاءِ ٿغن تيار ڪري رکي موڪلائي ويندي هئي. ڊاليءَ جي ٻوساٽيل زندگيءَ خوشبو تازي هوا جي جهوٽي مثل هئي.

خوشبو جي وڃڻ کانپوءِ ڊالي سوچيندي هئي، ”ناحق، مان پنهنجي ڀاڳہ کي پُٽي ڏني، شُڪر شانتيءَ سان رهان ها تہ خوشبو جهڙي ننهن ملڻ تي نهال ٿي وڃان ها. اڃا نونهن بڻي نہ آهي، تہ بہ ڪيتري نہ پر گهور ٿي لهي. ڊاليءَ جي رڳہ-رڳہ خوشبو کي دل سان دعائون ڏيندي هئي ۽ سوچيندي هئي، الائي ڪڏهن اُهو سدورو ڏينهن ايندو جنهن ڏينهن گُل ڊاليءَ سان لائُون لهندو.

گُل خوشبو ڪاليج ۾ داخلا وٺي چڪا هئا. خوشبو جون مائٽيون اچڻ لڳيون. اِنڪار ڪري خوشبو جا پيءُ ماءُ پريشان ٿي ويا. هڪ ڏينهن خوشبو جي ماءُ مڙس کي چيو- ”شادي جڏهن ٿيڻي هوندي ٿيندي، فلحال گُل جي رشتي جي ڳالهہ تہ چوريو.“

خوشبو جي پيءُ چيس، ”آءٌ جلد ئي سيٺ ٻالچند سان رشتي جي ڳالهہ چوريندس.“

روشنلال (خوشبو جو پيءُ) ٽائيم وٺي ٻالچند سان مليو. ٻالچند سان گُل ۽ خوشبو جي رشتي جي ڳالهہ چوريائين. ٻالچند سندس خوب

خاطرداري ڪئي. پوءِ چيائينس، ”گُل سان صلاح ڪري جلد ئي ٻڌائيندوسانوَ.“ روشنلال موڪلائي هليو ويو.

آرتوار جي شام هئي. خوشبو ڊاليءَ کان موڪلائي گُل جي فلئٽ ۾ اچي ويئي هئي. ڊنر تيار ڪري ڊائننگ ٽيبل تي رکيو هئائين. ٻالچند آيو ته ٽيئي اچي ڊائننگ ٽيبل تي ويٺا. ڊنر شروع ٿيڻ کان اڳ ٻالچند روشنلال جي اچڻ جو ۽ اُن جي منشا جو ذڪر ڪين. گُل کي چيائين، ”پُٽ، وڏيڪ پڙهائي ڪري ڇا ڪندءُ، پنهنجو ڌنڌو سنڀال، شادي ڪري گهر وساءِ ته آءٌ به پنهنجي ذميواريءَ کان آجو ٿي پنهنجي جيون ياترا پوري ڪريان.“

گُل چيس، ”داداجي، بزنيس نه، نوڪري ڪندس. سٺي نوڪريءَ لاءِ پڙهائي ضروري آهي. فلحال منهنجو شادي ڪرڻ جو اِرادو ناهي.“

”شادي پلي دير سان ڪجانءِ. فلحال ٻنهين جو مڱڻو تا ڪري ڇڏيون.“

”جڏهن شادي ئي طيءِ نه آهي ته مڱڻي مان فائدو؟“

”ڇو ناهي شادي طيءِ؟“

”داداجي، مميءَ جي هوندي آءٌ شادي نه ڪندس.“

”توکي ماءُ سان گڏ ناهي رهڻو نه رهه، شادي ڪري الڳ رهجانءِ.“

گُل ڪنڌ هيٺ ڪري نظرون جهڪائي چيو، ”داداجي مون ڊئڊيءَ سان واعدو ڪيو هو ته، جيستائين ممي زندهه آهي، آءٌ شادي نه ڪندس.“

”ان ضد جو مطلب سمجهين ٿو؟ ڪنوار جي عمر ئي گهٽي آهي؟ ٢٥-٣٠ سال ڪاڏي نه ويندي. تيستائين تنهنجي شاديءَ جي عمر ئي نڪري ويندي.“

”ڪائي ڳالهه ناهي، آءٌ شادي ئي نه ڪندس.“

”خوشبوءِ جو ڇا ٿيندو؟“

خوشبو ڪنڌ جهڪائي چيو، ”داداجي، مونکي گُل جي فيصلي جي

خبر آهي جڏهن ڪان هوش سنڀاليو آهي، گُل سان گڏ رهي آهيان. اسان جو رشتو پيار جو رشتو آهي، روح جو رشتو آهي. آءٌ گُل کي ڇڏي ڪيڏانهن نہ ويندس. چاهي سڄي عمر ڪنوارو رهڻو پوي.''

''پُٽ تنهنجا ماءُ پيءُ تنهنجو اِهو فيصلو ڇو مڃيندا؟ هوُ هاڻي ئي تنهنجيءَ شاديءَ جي لاءِ اُتاولا ٿي رهيا آهن.''

''ٿيڻ ڏيونِ اُتاولو، آءٌ پنهنجي اِرادي تي اٽل آهيان. دباءُ رکيائون تہ آءٌ الڳ رهندس. اِئين بہ آءٌ نوڪري ڪرڻ ٿي چاهيان. ڪنهن تي بوجھہ بڻجي رهڻ نٿي چاهيان. توهان جي مهرباني ٿيندي اگر توهان مونکي بئي فليٽ ۾ ڪرائيدار جي حيثيت سان رهڻ ڏيندا.''

''پُٽ، تنهنجو گُل سان نينهن جو ناتو آهي. تون اسان لاءِ غير ڪيئن ٿينءَ؟ اِئين بہ مون بيو فليٽ تنهنجي لاءِ ئي ورتو آهي. آءٌ سياڻي ئي تنهنجي نالي ٽرانسفر ڪري ٿو ڇڏيان. توکي نوڪري ڪرڻ جي ضرورت ناهي. اڃا تنهنجو داداجي جيئرو ويٺو آهي. تون بيفڪر ٿي پنهنجي پڙهائي جاري رکہ.''

خوشبو اُٿي بالچند کي پيري پيئي سندس هٿ پنهنجي مٿي تي رکي چيس، ''داداجي توهان ڪانسواءِ هي گهر بنا ڇت جي ٿو لڳي، توهان آشرم ڇڏي هتي اَسان سان گڏ اچي رهو. آءٌ سياڻي بئي فليٽ ۾ شفٽ ٿي ٿي وڃان. آءٌ پنهنجو فرض نباهيندس، بس سِر مٿان توهان جو سايو کپي.''

بالچند خوشبو جي مٿي تي هٿ گهمائيندي چيو، ''ڌن آهن تنهنجا ماتا پتا جن توکي سٺا سنسڪار ڏنا آهن.

خوشبو چيو، ''داداجي ڌن توهان آهيو جو گُل کي اَهڙو چريتروان، گڻوان ۽ سنسڪاري بڻايو اٿو. مونتي گُل جي سنگت جو اثر آهي. هاڻي اگر وار تالاپ پورو ٿيو هجي تہ ڊنر سروَ ڪريان؟''

خوشبو رسوئي پروسي پهريائين بالچند کي ڏني. پوءِ گُل کي ڏنائين، آخر ۾ پنهنجي پرسان رکيائين.

رسوئي کائي ٻالچند آشرم روانو ٿي ويو. وڃڻ کان اڳ واعدو ڪري ويو تہ آشرم ڇڏي فليٽ ۾ رهڻ ايندو. خوشبو بہ پنهنجي گهر رواني ٿي ويئي.

خوشبو جو فيصلو ٻڌي روشنلال ۽ ريوتي (خوشبو جي ماءُ) دنگ رهجي ويا. روشنلال ناراض ٿيندي چيس، ”دماغ ٺڪاڻي اٿئي، هيَ تون ڇا چئي رهي آهين؟ ٻنا شاديءَ جي ڳُل سان گڏ وڃي رهندينءَ؟“

”گڏ نہ اُن جي فليٽ ۾ ڳُل جي پرسان.“

”ماڻهو اِها ڳالهہ نہ سمجهندا.“

”مونکي ماڻهن جي پرواهہ نہ آهي. آءٌ اَهڙو ڪوئي ڪم نہ ڪنديس جو توهانکي ڪنڌ جهڪائڻو پوي. اسان جو جسم جو نہ، روحاني رشتو آهي. دنيا وارن کي اينتري سمجهہ نہ آهي. جو ان رشتي کي سمجهي سگهن. غنيمت آهي اگر توهان سمجهي سگهيا، راضي خوشيءَ سان اِجازت ڏيندا تہ توهان سان رشتو قائم رهندو. اگر ونجوڳہ ٿيو تہ آءٌ هميشهہ لاءِ هن گهر ڏي پٺي ڏيئي ويندس.“

خوشبو جي ماءُ پيءُ کائي ورندي نہ ڏني. ريوتيءَ جي دل درد سان پرجي وئي. اکين ۾ آنسون تري آيس. خوشبو پنهنجو ضروري سامان پئڪ ڪري ماءُ پيءُ کان موڪلائي ٽئڪسيءَ ۾ رواني ٿي ويئي.

ڳُل ڏنڌي کان اِنڪار ڪيو هو. هاڻي دڪان رکڻ مان ڪوئي فائدو نہ هو.

ٻالچند وڃڻ کي سڏ ڪرائي چيو تہ آءٌ دڪان وڪڻڻ لاءِ تيار آهيان. تنهنجو اِرادو اٿئي خريد ڪرڻ جو؟ وجيہ پيري پيئي چيس، ”سيٺ صاحب توهان جي مهربانيءَ سان آءٌ اَڄ ان قابل ٻٽيو آهيان جو دڪان خريد ڪري سگهان ٿو. توهان مُلهہ ڪٿايو، آءٌ بيانو اَڄ ئي ڏيندس، ٻن مهنن جي مهلت ڏجو، ٻن مهنن ۾ پوري رقم ڏيئي دڪان جي رجسٽري ڪرائيندس.“

دڪان جو سؤدو پڪو ڪري، ٻالچند پلاسيا ۾ هڪ بنگلو خريد ڪري

بيانو ڏيئي ڇڏيو. جيئن ئي دڪان جي رجسٽري ٿي ويس، تيئن ئي بنگلي جي پوري رقم ڏيئي رجسٽري گُل خوشبو جي نالي سان ڪرايائين. ضروري ڦيرڦار جو ٺيڪو ڏيئي ڇڏيائين. فرنيچر بہ نئين سري سان ٺهرائڻ لاءِ ڪاريگر لڳائي ڇڏيائين. ڇهن مهنن اندر بنگلو نئون نويلو ٿي ويو. هڪ ڪار بہ خريد ڪري بنگلي ۽ ڪار جي چاٻي خوشبو جي هٿ ۾ رکيائين.

خوشبو چيس، ”دادجي هي مونکي ڇو ڏيئي رهيا آهيو؟“

ٻالچند چيس، ”گُل جي ئي واڳ تنهنجي هٿ ۾ ڏيئي رهيو آهيان تہ چاٻي ٻئي ڪنهن جي هٿ ۾ ڏيان؟ پُٽ، اڳہ ٻن فليٽن ۾ رهي سگهبو آهي تہ هڪ بنگلي جي ٻن ڪمرن ۾ بہ رهي سگهبو آهي. توهان بنگلي ۾ شفٽ ٿي وڃو. هتي ٻئي گڏجي ڪوچنگ ڪلاس شروع ڪيو ۽ پڙهائي بہ جاري رکو.“

گُل ۽ خوشبو اُٿي ٻالچند کي پيري پيئي آشيرواد ورتي.

ٻالچند گرهہ پرويش جو مهورت ڪرائي وڏي پئماني تي فنڪشن ۽ پارٽي رکي. پنهنجن رشتيدارن، واقفڪارن کي، خوشبو جي ماءُ پيءُ، سندس عزيزن، قريبن کي نينڊ ڏني. آشرم واسين کي پڻ نينڊ ڏنائين. ڏاليءَ کي وچي خاص طور سان پوڄا ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مڃايائين.

سيني اِئين سمجهيو گُل ۽ خوشبو لوَ مئريج ڪئي آهي، اُن سلسلي ۾ ٻالچند پارٽي رکي آهي. پوڄا جي جڳهہ تي رتنا ۽ لعل جي وڏي مورتي رکيل هئي. فوٽوءَ تي تلسيءَ ۽ گُلن جي مالها چڙهيل هئي. هوَن پوڄن ڪانپوءِ گُل ۽ خوشبو اُٿي ٻالچند کي، ڏاليءَ کي، روشنلال ۽ ريوتيءَ کي پيري پيئي آشيرواد ورتي. ٻين بہ بزرگہ عزيزن ۽ مهمانن کي پير ڇهي آشيرواد ورتائون. سيني اِئين سمجهيو تہ ٻنهين جي شادي ٿي آهي. ڏاليءَ جا نيڻ ٺري پيا. روشنلال ۽ ريوتيءَ جي دل تان بہ بوجهہ لهي ويو. گُل ۽ خوشبو جي دوستيءَ جي ڳنڍ مضبوط ٿي ويئي.

ٻالچند واعدي مطابق ٻارن سان گڏ اچي رهيو. ڏالي اڪيلي پنهنجي

گهر ۾ رهي. گُل ۽ خوشبو ٻيو بہ اِسٽاف رکي ڪوچنگہ ڪلاس شروع ڪيا. پارٽ ٽائيم اُتي ڪم ڪري باقي وقت پڙهائيءَ کي ڏيڻ لڳا. گهر جي لاءِ فُل ٽائيم جي مئڊ سرونٽ، ڪُڪ ۽ مالهي رکيائون. ڊاليءَ لاءِ پڻ فُل ٽائين جي مئڊ سرونٽ رکيائون. خوشبو نيم موجب هفتي ۾ هڪ ڏينهن صبوح کان شام ٽائين ڊاليءَ سان وقت گذاريندي هئي. ڪيس نونهن جهڙو سُکہ ڏيندي هئي. خوب شيوا ڪندي هيس. ڊاليءَ جي ٽنل هردي تي ٿڌو ڇنڊو پوندو هو.

گُل چاهي خوشبو ٻئي بالغ هئا. آشرم جي ٽرسٽين ۾ ٻنهين جو نالو هو. بالچند ۽ ڊاليءَ جو پڻ نالو هو. بالچند ٽرسٽ جي وڏان ۾ ٿير قار ڪرائي پنهنجي جڳهہ تي روشنلال کي ٽرسٽي بڻايو. پاڻ هاڻي رخصت وٺڻ تي چاهيائين.

بالچند هاڻي سڀني ذميوارين کان مڪت هو. هاڻي اڪيون ٻوٽڻ تي چاهيائين. من ۾ جيئڻ جي چاهہ ئي نہ رهيس. ڏينهون پوءِ ڏينهن پوڙهو پوندو ويو. گُل ڊاڪٽر کي گهرائي چيڪ اپ ڪرائڻ لڳس، ڪوئي روڳہ هجي تہ ظاهر ٿئي نہ؟ بس ڏيئي مان تيل ويو تي ڇڪندو. وٽ بہ ويئي تي پڇندي. آخر هڪ ڏينهن تيل پوري طرح ڇُڪي ويو، وٽ پوري جلي ويئي، بالچند هميشهہ لاءِ اکيون ٻوٽي ڇڏيون. گُل خوشبو کي لڳو سر تان هميشهہ لاءِ سايعو هلي ويو.

پوريءَ سڪ شرڌا سان گُل ڏاڏي جو انتم سنسڪار ڪيو. پوريءَ وڏي وڏان سان پڳڙي رسم، هانيون پروان ۽ ٻارهي جي رسم پوري ڪئي. مهمانن کي جوڳو مانُ ڏنو ۽ سندن سيوا ڪئي. خوشبو بہ نونهن وانگر پنهنجي ذميواري نباهي.

ٻارهي کانپوءِ ڊالي پنهنجي گهر موٽي ويئي. ٻارهن ڏينهن گُل ۽ خوشبو سان گڏ گذارڻ کي ئي پنهنجي خوشنصيبي سمجهيائين.

پئسي جي ڪمي هئي نہ. گُل جي ايف. ڊي. کاتي ۾ وڏي رقم جمع هئي. ايف. ڊي. مئچيوئر ٿيڻ تي رقم ڪڍائي ڏاڏيءَ جي نالي

سان رتنا ديوي ٻالچند ڏرمشالا ٺهرايائين. ٽرسٽي آشرم وارا ئي مقرر ڪيائين. هڪ رٽاير ماسٽر کي مئنيجر ڪري رکيائين.

ٻنهين جي پڙهائي بدستور جاري هئي. هر سال اڳتي وڌندا رهيا. پوسٽ گرئجوئيٽ ٿي هڪ پرائيويٽ ڪاليج ۾ ليڪچرار بڻجي ويا.

ڪاليج ۾ وديارٿين کي پڙهائڻ کان وڌيڪ ڪنٽرول ۾ رکڻ ڏکيو ڪم هو. خاص ڪري نون ليڪچرارس لاءِ. گُل خوشبو کي به ڪافي دقت ٿيڻ لڳي. وديارٿين ۾ گهڻا شاهوڪار گهرن جي بگڙيل اؤلاد هئا. اُنهن جي لاءِ ڪاليج پڙهائيءَ لاءِ نه مؤج مستيءَ ۽ مٽر گشتيءَ جي جڳهه هئي. پاس ٿيڻ جي فڪر نه هين. نقل ڪري سٺين مارڪن سان پاس ٿيڻ تي هريل هئا. پئسي جي زور تي نه ته ڏنڊي جي زور تي پاس ٿيڻ جي پوري پڪي اُميد هين.

گُل خوشبو کي ڪاليج جو ماحول راس نٿي آيو. مُنجهي پيا ته ڇا ڪن. رات جو ڊنر تي گڏ ٿيا ته سوچڻ لڳا ڇا ٿئي؟

خوشبو چيو، ”سڄو ڍانچو ئي بگڙيل هي. ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي هلنداسين ته اُتي به ماحول اَهڙو ئي ملندو.“

”ته پوءِ ڇا ڪجي؟“

”گُل ڇا اَسين نوڪري پيٽ گذر لاءِ ڪري رهيا آهيون؟“

”اَهڙي ته ڳالهه نه آهي. گذاري لاءِ ٻيا به وسيلا آهن.“

””اسان اِهو پروفيشن ڇو چونڊيوسين؟“

”صحيح ڳالهه اِها آهي ته اسان سيٽل لائيف ٿي چاهي. جنتي روزگار سان گڏ استيبلٽي هجي ٽرانسفر جو چڪر نه هجي.“

”مطلب ته پنهنجو سوارٿ ئي ڏٺوسين، سيوا ڀاو نه هو؟“

”شايد.“

”ته پوءِ تون بزنيس کان ڇو انڪار ڪيئه؟“

”شايد اِنڪري جو بزنيس جي ڄاڻ نه هئي. شايد اِنڪار نه ڪرڻ کپندو هو؟“

”هاڻي ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟“

”سوچيان ٿو اِستيعفا ڏيان؟“

”مطلب ذميواريءَ کان ڀڄڻ ٿو چاهين؟“

”خوشبو اسان جا وڏا پنهنجا اباڻا پڪا ڇڏي ڀارت ڇو آيا؟“

”حالات موافق نہ هئا، شايد اِنڪري؟“

”انهن عقلمنديءَ کان ڪم ورتو يا نہ؟“

”ضرور ورتائون.“

”تہ پوءِ هتي بہ حالات موافق نہ آهن. اِستيعفا ڏيڻ عقلمندي ٿيندي. تون ڇا ٿي چاهين؟“

”آءٌ توهان جي ڪِڍ آهيان. منهنجو ويچار آهي اِستيعفا ڏيڻ بجاءِ موڪل تي رهون. موڪل وڌائيندا رهون. ان وچ ۾ ٻئي جاب جي باري ۾ سوچي وٺون، پوءِ اِستيعفا ڏيون.“

”ٺيڪ آهي، اِئين ئي ٿا ڪريون.“

”هڪ ٻي بہ گذارش آهي.“

”گذارش جي ضرورت ڇو پيئي، سڌيءَ طرح چئہ تہ ڇا ڪرڻو آهي.“

”ڪڏهن ڪڏهن تون بہ مميءَ سان ملڻ هلندو ڪر.“

”خوشبو، آخر هوءَ منهنجي ماءُ آهي. آءٌ بہ ساڻس ملڻ چاهيان ٿو، ليڪن اُن گهر ۾ وڃڻ لاءِ منهنجي دل گوارا نٿي ڪري.“

”گُل کهڙيون ٻاراڻيون ڳالهيون ٿو ڪرين؟ ڀڳوان نہ ڪري سياڻي ممي بيمار ٿي پوي، ڪيس ڀڳوان ڀروسي ڇڏي ڏيندين؟ ڇاڪاڻ تہ تنهنجي دل گوارا نٿي ڪري؟“

”تون آهين نہ ڪيس سنڀالڻ لاءِ.“

”تنهنجو ڪوئي فرض نٿو بڻجي؟“

”پليز خوشبو، آءٌ بہ ان منظر کي ڀُلائي نہ سگهيو آهيان، ڊئڊيءَ جو لاش پٽ ۾ پيو هو، مميءَ ڏاڏي جهڳڙي ۾ محوُ هيون. ان ڪري اُن اِسپاٽ تي وڃڻ لاءِ منهنجي دل گوارا نٿي ڪري.“

”سياڻي ممي گذاري وڃي تہ سندس ڪرياڪرم بہ مونکي ڪرڻو پوندو؟ ڇاڪاڻ تہ تنهنجي دل اُتي وڃڻ گوارا نٿي ڪري؟ دل کي مضبوط بڻاءِ ۽ ممي ۽ ڏانهن پنهنجي فرض کي نڀاءِ. گُل آءٌ توسان گڏ هلنديس ليڪن گهڻي دير اُتي ترسي نہ سگهنديس. جلدي موٽي اچجانءِ.“

”تون هل تہ سهين، پوءِ ڏسي وٺنداسين: هلان ٿي. گڊ باءِ، اَئنڊ گو نائيٽ.“ چئي ٽيبل تان برتن سميٽي ڪچن ۾ رکي آئي هٿ صاف ڪري، پنهنجي روم ۾ هلي ويئي.

گُل پنهنجي روم ۾.

صبوح جو سويل اُٿي هٿ منهن ڌوئي پنهنجي ۽ گُل لاءِ چانهہ تيار ڪئي. ٽري ۾ ٻئي ڪوپ کڻي گُل جي ڪمري ۾ ويئي. گُل اڃا سُمهيو پيو هو. خوشبو ٽري سائيڊ ٽيبل تي رکي گُل کي جاڳايو. چانهہ جو ڪوپ هٿ ۾ ڏنائينس. پاڻ ڪرسيءَ تي ويهي چانهہ پيئڻ لڳي.

چانهہ کان فارغ ٿي ٻئي ڪوپ کڻي خوشبو رنڌڻي ۾ ويئي. ڪوپ رنڌڻي ۾ رکي باٿروم ۾ ويئي. سنان ڪري وارڊ روب مان ڪپڙا پائي آلن وارن کي ٽوال لپيٽي ڪمري ۾ آئي. موبائيل کڻي اِنٽرنيٽ تي ڪاليج جي ئي-ميل تي پنهنجي ۽ گُل جي ليوَ اَپليڪيشن موڪليائين. وار جهٽڪائي، ربن ٻڌي نيرن تيار ڪري ڊاليءَ لاءِ ٽفن ۾ وڌائين. پنهنجي ۽ گُل لاءِ ناشتو ڊائننگ ٽيبل تي رکيائين. اينري ۾ گُل بہ تيار ٿي آيو. نيرن ڪائي وار سنواري، ٽفن کڻي ڪار ۾ سوار ٿي ٻئي ڊاليءَ ڏي روانا ٿيا.

گهر پهتا تہ ڊالي نظر نہ آين. ٻئي سندس روم ۾ ويا. ڊالي بسترې تي ليٽي پيئي هئي. اکيون در ۾ کُتل هيس. گُل کي آيل ڏسي اکين ۾ چمڪ اچي ويس. خوشبو کي اُهڃاڻ نيڪ نہ لڳا. نبض ڏنائينس، نبض ٻُڏي رهي هيس. ڊوڙي وڃي تلسيءَ پن ۽ گنگا جل کڻي آئي. خوشبو تلسيءَ جو پن ڊاليءَ جي زبان تي رکيو. چمچي سان گنگا جل وات ۾ وڌو. ڊاليءَ جي نظر گُل ۽ خوشبو تي ٽڪيل هئي. ڪجهہ ئي دير ۾

اکيون بينور ٿي ويس. گُل ماءُ جي لاش سان چنبڙي زار زار روئڻ لڳو. خوشبو سندس پنيءَ تي وارن ۾ هٿ ڦيري کيس دلاسو ڏيندي رهي.

خوشبو گُل کي ڇڪي ماءُ جي لاش تان هٽايو. گُل ۽ خوشبو ملي ڊاليءَ کي بستري تان لاهي هيٺ پٽ ۾ ليٽايو. عزيزن، پريچتن کي فون تي اطلاع ڪيائون. روشنلال ۽ ريوتيءَ فورن اچي ويا. اچي گُل کي آٿت ڏنائون. ماٺهو گڏ ٿيندا ويا. شوَ ياترا جي تياري ٿيڻ لڳي. پوپال مان ڊاليءَ جي پيڪن جي اچڻ جو انتظار ٿيڻ لڳو. پوپال وارن جي پهچڻ کانپوءِ جلد ئي شوَ ياترا شروع ٿي.

گُل چکيا کي اگني ڏني. پيري پيئي ماءُ کان موڪلايائين. رامست کانپوءِ سڀ پنهنجي پنهنجي گهر روانا ٿيا.

ٻارهي تائين گُل ۽ خوشبو اُتي رهيا. خوشبو نونهن بڻجي هر ذميواري نباهي. مهمانن جي رواني ٿيڻ کانپوءِ ٻئي پنهنجي بنگلي ۾ موٽي آيا. گُل بيحد اُداس هو. من جو ڪنول مرجهائجي ويو هوس. خوشبو کيس سنڀالي رهي هئي. جڏهن ڪجهه پاڻ سنڀاليائين تہ خوشبو پُڇيس، ”هاڻي؟“

گُل چيس ”جيڪي ڪرڻو آهي، تون سوچ ۽ ڪر مونکي ڪجهہ ٻيا ڪم ڪرڻا آهن.“

گُل گهر جي جاءِ کي پوريءَ طرح نوڙائي پٽ ڪيو پوءِ سوچيل رٿا مطابق اڏاوت ڪرائي ماءُ جي نالي ڊالي ناري شالا ۽ اُديوگ شروع ڪيائين. اُتي گهرجائو ڇوڪرين ۽ زائفائن کي سلائي سيکاري سلائي مشين ڏيئي ريڊيميڊ گارمينٽس تيار ڪري مارڪيٽ ۾ سپلاءِ جو ڪم شروع ڪيائين. گُل فقط مالي مدد ڪئي باقي سڀ ڪم زائفون خود ڪنديون هيون. ڪيترين ئي زائفن کي روزگار ملي ويو.

اِن ڪم مان فارغ ٿي وري گُل خوشبو گڏجي پنهنجي آئيندهہ بابت ويچار ڪرڻ لڳا. ڪافي سوچ ويچار کانپوءِ طيءِ ڪيائون تہ ڪوچنگ ڪلاس ئي پوريءَ طرح پروفيشن بڻائجي. نوڪريءَ مان ٻنهين اِستيعفا

ڏيئي ڇڏي.

ڪوچنگ ڪلاس ۾ سڀ کان وڏي دقت هئي سهوليت واري جڳهہ نہ هئي. اِسڪول ڪاليجن جي موڪل شروع ٿي تہ گُل ٻنهين فليٽن جي وچ واري ديوار ٽوڙائي ٻنهين کي هڪ ڪيو. ٻيو بہ بدلاءُ ڪري ڪوچنگ ڪلاس کي هڪ وڏي هال ۾ تبديل ڪيو. سٽنگ اريجمينٽ بہ ڪمفرٽيبل ٺهرايائين. پورو هال ايئرڪنڊيشن ڪرايائين. ٽائلٽ وغيره جي سهوليت تہ اڳ ئي هئي. اِسٽاف بہ ايڪسپرٽ ۽ ڪميٽيڊ ٽيچرس رکيائين.

نئين سيشن ۾ بهتر سهولتن جي ڪري اسٽوڊنٽس خود بہ خود اچڻ لڳا. ڪوچنگ ٻن شفٽن ۾ هلڻ لڳي. صبوح واري شفٽ گُل سنڀاليندو هو، خود بہ پڙهائيندو هو. شام واري شفٽ خوشبو سنڀاليندي هئي.

اِمتحان ٿيا، رزلٽ آيو. گُل اِنسٽيٽيوٽ جو بهترين رزلٽ آيو. ڪيترا اِسٽوڊنٽ ميرٽ ۾ آيا. ڪوچنگ اِنسٽيٽيوٽ مشهور ٿي ويو. نئين سيشن ۾ ائڊميشن وارن جي لائين لڳي ويئي. وڌيل في جي باوجود اِسٽوڊنٽس جو اچڻ جاري هو. جڳهہ پوري ڀرجي وڃڻ تي ائڊميشن بند ڪرڻي پيون. گُل خوشبو بلڊنگ جي ڪرائي ڪانسواءِ پگهار ڪڍندا هئا. ٻين ٽيچرس کي بہ سٺي پگهار ڏيندا هئا. باقي بچيل رقم مينٽينس ۾ خرچ ڪندا هئا. گُل کي ڀرپور ڪمائي ٿي رهي هئي. گُل خوشبو کي آمدنيءَ مان سنتوش هو.

گُل خوشبو رات جو ڊنر تي وينا هئا. ڊنر پورو ڪري اُٿڻ کان اڳہ خوشبو پڇيس، ”هاڻي؟“

گُل چيس، ”اينف، وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ.“

خوشبو سوال دهرايو، ”هاڻي؟“

گُل خوشبو ڏانهن نهاريو، خوشبو جون اکيون پُڇي رهيون هيون، گُل چيس، ”هاڻي شادي ڪرڻ گهرجي. منهنجي پريوار ۾ تہ ڪير رهيو ناهي. اِها ذميواري تنهنجي ممي ڊئڊيءَ کي نباهڻ گهرجي.“

”ضرور نباهيندا. ليڪن احمدآباد، ڀوپال، دهليءَ ۾ توهان جا ڪٽنبي

آهن، اُهي تنهنجي طرفان ٿيندا نہ؟‘‘

’’خوشبو آءٌ ڪوئي گوڙ گهمسان نٿو چاهيان. شادي سادگيءَ سان لميٽيڊ ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ آريہ سماج مندر ۾ ويدڪ ريتيءَ سان ٿيندي. پوچن بہ پارتيہ پرمپرا موجب ٿيندو.‘‘

’’بهتر آهي، سياڻي هلي ممي ڊئڊيءَ سان ملون. آءٌ چاهيان ٿي توهان روبرو پوپال، احمدآباد ۽ دهليءَ وچي پنهنجن ناناڻن، ڏاڏاڻن کي نينڊ ڏيئي اچو. جيڪي آيا، سڀ اِنتظام ٿي ويندو.‘‘

’’آءٌ چاهيان ٿو، شادي ۾ فقط خوشبو ملي، اهڙو ڪجهہ نہ ملي جيڪو آءٌ برداشت نہ ڪري سگهان.‘‘

’’آءٌ جيڪي ڪجهہ پيڪن مان ڪٺي آئي هيس. وڌيڪ ڪجهہ آڻڻو نہ آهي. آءٌ هتان ئي تيار ٿي توهان سان گڏ شاديءَ جي منڊپ ۾ هلنديس. زيور مميءَ ڏاڏيءَ جا ڏنل پيا آهن. مونکي زيورن جو ڪوئي شؤق بہ ناهي. ڪجهہ ڪپڙا ضرور وٺڻا پوندا. ڪجهہ توهان بہ سبائجو.‘‘

’’نيڪ آهي، ڪئلينڊر ڏسي ڪجهہ لڳاتار موڪلون ڏسي شاديءَ جي تاريخ پڪي ڪر.‘‘

’’هني مون لاءِ موڪل تہ وٺڻي پوندوَ نہ؟‘‘

’’مانڊو هلنداسين، هڪ ڏينهن ڪافي آهي.‘‘

’’مانڊو بهتر جڳهہ آهي. هر پريمي جوڙي کي مانڊو ضرور وڃڻ گهرجي.‘‘

رٿا موجب گُل خوشبو شاديءَ جي بنڌن ۾ ٻڌجي ويا. ٻئي گُلن سان سجايل سُهاڳ جي سيج تي وينا هئا. گُل جي من ۾ خوشي نہ هئي. چهري تي اُڌاسي جهلڪي رهي هئس. خوشبو پڇيس، ’’هيءَ اُداسي ڇا لاءِ؟‘‘

گُل پريل گلي سان چيس، ’’اڄ ممي پپا، ڏاڏو ڏاڏي ياد اچي رهيا آهن. ڏاڏي سائينءَ جي ڪينتري نہ چاهنا هئي منهنجي شاديءَ بابت.‘‘

’’اُداس ٿيڻ جي ضرورت ناهي. مان بنا شاديءَ جي ئي نونهن بڻجي

جيتري ٿي سگهي سندن شيوا ڪئي ۽ سندن ارمان پورا ڪيا. سندن ڪائي خواهش اڌوري نہ رهي.''

''خوشبو، آءٌ تنهنجو شڪر گذار آهيان، تو پنهنجو ٿي نہ منهنجو بہ فرض نڀاهيو. تون اگر ضد ڪري مونکي گهر نہ وٺي هلين ها، تہ ممي دروازي ۾ اکيون پائي منهن ڏسڻ جي آس پياس دل ۾ دٻائي هلي وڃي ها. آءٌ سڄي عمر پڇتاوَ جي آگ ۾ جلندو رهان ها.''

''ها ٿي؟''

گُل خوشبو ڏانهن نهاريو. پهريون دفعو ڪيس پتنيءَ جي روپ ۾ ڏٺائين. سندس چهري ۾ نکار اکين ۾ خمار، چپن ۾ پياس هئي. گُل ٻانهون ڦهلايون. خوشبوءِ گُل ۾ سمائجي ويئي.



دوستو،



اُهو وقت گذري ويو جڏهن هر عمر جي پاڙن (مرد چاهي زائفون) ۾ ڪتاب پڙهڻ جو جنون هوندو هو. ڪتاب خريد ڪري پڙهندا هئا. هاڻي مفت ۾ مليل ڪتاب پڙهڻ وارن جو تعداد محدود ٿيندو ٿو وڃي. اِها حالت فقط سنڌي ٻوليءَ سان لاڳو نہ آهي. هنديءَ جو بہ لڳ ڀڳ ساڳيو حال آهي.

سنڌي ليکڪن سان دقت اِها آهي جو خبر نہ آهي تہ ڪير سنڌي لپيءَ ۾ پڙهي ڄاڻي، ڪير نہ ڄاڻي.

توهان کي گذارش آهي اگر توهان وٽ ڪوئي سنڌي ڪتاب اچي ٿو تہ اُن کي پڙهي ڪري ٻين پڙهڻ وارن کي ڏيو. اگر ڪوئي سڄڻ ڪتاب گهرائڻ چاهي تہ اُن کي ليکڪ جي ائڊريس ڏيئي سمپرڪ ڪرڻ لاءِ چئو.

مهرباني.

- امر گوپالاڻي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ چان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)